# سنڌ اندر
# قديم آثارن
# وارا ماڳ



تنوير جوڻيجو

آگم جو ڪتاب نمبر: ٦٧

# سنڌ اندر قديم آثارن

واڌارا

ماڳ

[سنڌ ريسرچ سوسائٽيءَ جي اسڪيم تحت،
’تاريخ سنڌ‘ سلسلي جي ڪڙي]

تنوير جوڻيجو



آگم پبلشنگ ايجنسي
حيدرآباد.

مالڪيءَ جا اختيار هٿيڪا

ڪتاب: سنڌ اندر قديم آثارن وارا ماڳ

موضوع: تاريخ

ڇاپو: پهريون: آگسٽ ١٩٨٦ع

ڳاڻيٽو: هڪ هزار

ٽائيٽل ڊزائين: علي اڪبر

ڇپائيندڙ: شهرين سيد، پاران آگم پبلشنگ ايجنسي
پوسٽ باڪس نمبر 238، حيدرآباد، سنڌ.

ڇپيندڙ: نيو فيمس پرنٽرس، هوم اسٽيڊ هال چاڙهي،
حيدرآباد.

ملهه: پندرهن رپيا

SIND ANDAR QADEEM ASARAN
WARA MAGG
By: Junejo Tanweer
Publishers: Aagam Publishing Agency,
Hyderabad—1986.

## وري آگم ڏٺا

آگم جو هي ڪتاب سنڌي تاريخ جي سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي، جيڪا ڪوجنا جهڙي ڏکئي پورهئي تي ٻڌل آهي. سنڌ اندر قديم آثارن وارن ماڳن تي خود سنڌي ٻوليءَ ۾ تمام گهٽ لکيو ويو آهي، هي ٻهراڻون مختصر ٿي سهي، پر بنيادي ڪم آهي. آگم هڪ ننڍڙو ادارو جنهن هيل تائين ادب جي لڳ ڀڳ سڀني صنفن تي ڪتاب ڇپرايا آهن، سو اهڙي اهم ۽ ڪمرشلي ڏکئي موضوع تي ڪتاب ڇپرائي سنڌواسين آڏو آڻي رهيو آهي، جنهن جي موٽ ڪهڙي به ملي پر ادب ۽ ڇپائي جي ميدان ۾ هي هڪ شروعاتي قدم آهي ۽ سنڌ جي نجي ادارن کي لهنڌ آهي ته آهي اِن ڏس ۾ اڳتي وڌن ۽ پنهنجي ڌرتيءَ جي ٻوڙيل تاريخ جي پهلوئن کي پڌرو ڪن—

— ادارو

## مهاڳ ○

ڊاڪٽر عيسيٰ دائود پوٽو، ڊاڪٽر مبارڪ ۽ محترم اعجاز قريشيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ، سنڌ ريسرچ سوسائٽيءَ جو بنياد پيو هئو. جنهن جو بنيادي مقصد، سنڌي شاگرد ۽ عوام کي سنڌ جي تاريخ ۽ سنڌ جي ماضيءَ کان روشناس ڪرائڻ هئو.

هن سلسلي ۾ هن کان اڳ به ڪي ڪتاب عوام تائين پهچي چڪا آهن ۽ هيءُ ڪتاب به، ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي.

ڪا به کوجنا، ڪا به تحقيق، اڪيلي سر ممڪن نه آهي. مختلف وقتن تي، مختلف ساٿين جي مدد درڪار ٿئي ٿي. هن سلسلي ۾ جن مهربانن ساٿ ڏنو انهن جو ذڪر نه ڪرڻ ناانصافي ٿيندي

ڊاڪٽر غلام علي الانا، جنهن هن راهه جو ڏس ڏنو، محترم ايم. ايڇ پنهور ۽ محترم ابراهيم جويو، جن مسودو نظر مان ڪڍيو ۽ غلطين جي نشاندهي ڪئي.

محترم اعجاز قريشي، محترم لال جسڪاڻي، محترم هدايت پريم، محترم عزيز ڪوپانگ، ڊاڪٽر جبار جوڻيجو، محترم نثار حسيني ۽ ڊاڪٽر عيسيٰ دائود پوٽو ۽ محترم غلام مصطفيٰ شر جن ڪتاب ڪٺا ڪري ڏنا، صلاحون ڏنيون، مشورا ڏنا.

۽ پڇاڙيءَ ۾ هڪ روايتي بيت:

ٿورا نه ٿورا، مون تي ماروئڙن جا!

— تنوير جوڻيجو

# سنڌو ماٿر ۾ تاريخ کان اڳ وارا دور

ڪنهن به گروهه، ڪنهن به سماج جي رهڻي ڪرڻي ۽ طرز زندگيءَ کي ثقافت ڪوٺبو آهي. ٻولي، مذهب رسم رواج، کيڏ ڪُڏ، قائدا ضابطا، طور طريقا، جايون جڳهيون، غرض ته هر اها مادي يا غير مادي شيءِ جنهن سان ان گروهه جو تعلق آهي يا سماج جو واسطو آهي.

هر علم، ثقافت جو مطالعو يا اڀياس پنهنجي پنهنجي انداز ۾ ڪري ٿو. پر سماجيات جو علم، باضابطه طريقي سان ثقافت کي مرڪزي حيثيت ڏئي ٿو.

جڏهن ته آرڪيالاجيءَ جي علم ثقافتن جي ماضي يا ماضيءَ وارين ثقافتن جو اڀياس ڪري ٿو. ان سبب ڪري ئي علم آرڪيالاجيءَ کي، ”علم آثار قديمه“ به ڪوٺيو ويو آهي. ۽ علم آثار قديمه جي تحقيق جو دائرو ان وقت تائين وڃي رسي ٿو جڏهن انسان، پنهنجو پاڻ کي ٻين جانورن کان الڳ محسوس ڪري، پنهنجيءَ شناس ۽ بقا لاءِ جدوجهد شروع ڪئي. اوزار ۽ گهر بڻايا.

تاريخ کان اڳ وارن دورن کي عام طرح هيٺين، زمانن ۾ ورهايو ويو آهي.

## قديم پٿر وارو دور (Paleo-lithic age)

قديم پٿر وارو زمانو، اهو زمانو آهي جڏهن انسان، پنهنجو پاڻ کي ٻين جانورن کان اڳ محسوس ڪندي، غارن ۾ گروهن جي صورت ۾ رهڻ شروع ڪيو. پٿر ۽ هڏن جا اوزار بنايا. (ونڪ چارلس ١٩٧٧-١٠)

اولڊ اسٽون ايج يا قديم پٿر وارو هي دور ڏهه، لک سالن کان ڏهه هزار سال ق-م تي محيط آهي. (پنوهر ١٩٨٣-٧)

قديم پٿر جي هن دور کي سائنسدان عام طور ٽن حصن ۾ ورهائن ٿا.

## قديم پٿر وارو اوائلي دور LowerPaleo-lithic age

ٻين لفظن ۾ ارلي اسٽون ايج (Early Stone age) هن زماني ۾ ماڻهو اڃا باهه يا ٻنيءَ ٻاري کان واقف نه هئا نه وري جانور پالي سگهيا هئا. سندن گذران جو ذريعو شڪار هئو. (ونڪ چارلس ١٩٧٧-٩)

هن دور جا ماڻهو ننڍڙن گروهن ۾ رهندا هئا، ۽ پنهنجي بقا جي لاءِ جدوجهد ڪندا هئا. سندن حياتي گهٽ ۽ موت وڌيڪ هئا. (پنوهر ١٩٨٣-٨)

قديم پٿر جو اوائلي اهو دور بين الاقوامي طور ڏهه لک

سالن کان ھڪ لک سال ق-م، تي محيط آھي. جڏھن ته برصغير ۾ اھو دور ڏھ لک سالن کان ڇھه هزار سالن ق-م تي مشتمل آھي. (پنوھر ١٩٨٣-٣)

١٩٥٦ع ۾ لال بي بيءَ کي بياس واديءَ مان اوائلي دور جا ڪي اوزار نظر آيا ھئا. (پنوھر ١٩٨٣-٧)

راولپنڊيءَ کان ڏھ ميل پري، سوان نديءَ جي ڪناري تي واديءَ سوان پوٺوھار مان به اھڙي قسم جا اوائلي دور جا اوزار لڌا ويا ۽ ماڻھو انھن اوزارن جي مدد سان گوشت وڍيندا ۽ چليندا ھئا ۽ انھن کان ڪھاڙي جو ڪم به وٺندا ھئا. (سبط حسن ١٩٧٧-٥٩)

جڏھن ته سنڌ ۾ ٿرپارڪر وٽ لوڻي درياھ وٽان به اھڙا اوزار لڌا ويا آھن. (پنوھر ١٩٨٣-٣)

## قديم پٿر جو وچون دور

## Middle Paleo-lithic age

ھن دور کي (Middle stone age) به سڏيو ويو. ھن دور ۾ اوائلي دور جي بنسبت اوزار پڻ ڪنھن حد تائين سڌاريا ويا. باھ جو استعمال به ھن دور جي خصوصيت آھي. ھن ئي دور ۾ ماڻھن مستقل ۽ مستحڪم رھائش به اختيار ڪئي. مستقبل جي باري ۾ سوچ پڻ ھن دور ۾ شروع ٿي. مڙدن کي دفنايو ويندو ھئو ۽ سندن ضرورتن جون ڀيون شيون به گڏ رکيون

ويندڙ هئا. هن دور جي ماڻهن، هوائن کان بچاءَ لاءِ جانورن جون کلون، لباس طور اختيار ڪيون.
(ونڪ چارلس ٧٧-١٩٧٧)

بين‌الاقوامي طور، هيءُ دور هڪ لک سالن کان چاليهه هزار سال ق.م تي مشتمل آهي. جڏهن ته برصغير ۾ هيءُ زمانو ڏهه هزار سال ق.م کان ڏهه هزار سال ق.م تي مشتمل آهي. (پنوهر ٣-١٩٨٣)

قديم پٿر جي وچين ۽ آخري دور ۾ ساموندي سطح پڻ بدلجڻ لڳي. اهو سلسلو هڪ لک سال ق.م کان شروع سمجهيو وڃي ٿو.

صوبي سرحد ۾ پٿر جي وچين دور سان تعلق رکندڙ هڪ ماڳ سانگهاڙو نالي هڪ غار آهي.

فيئر سروس (Fair Servis) جي هڪ رپورٽ موجب سنڌ ۾ ضلع ٺٽي ۾ جهرڪ، وٽ به اهڙو ماڳ هٿ ڪيو ويو آهي. جڏهن ته ايم-ايڇ پنوهر جي راءِ ۾ سيوهڻ ۽ ڪوٽڙي تعلقن ۾ اهڙا غار آهن، جتي جوڪڏهن جاچ ڪجي ته پٿر جي وچين دور سان تعلق رکندڙ ماڳ لڀي سگهن ٿا.

ڊاڪٽر رئوف، گڏيجي، مول، جهرانڊو، ٿانڊو يعني سنڌ ڪوهستان جي علائقي مان هن دور جا ماڳ ڳولهي ڪڍيا آهن پر مواد اڃا شايع نه ٿيو آهي.
(پنوهر ١٩٨٣-١١-١٠)

## قديم پٿر جو جديد دور

(Upper Paleo-lithic age)

هن دور کي (Late Stone age) پڻ ڪوٺبو آهي. هن دور ۾ ماڻهن کلن مان لباس ٺاهيا، هڏن ۽ عاج جا اوزار بنايا، تير ڪمان هن دور جي ايجاد آهن. ڏکيا ۽ سهڻا چاقو هن دور جي خصوصيت آهن. فنون لطيفه پڻ هن دور ۾ جنم ورتو، مذهبي ۽ طلسمي اعتقادن جي ابتدا ٿي. (ونڪ چارلس ١٩٧٧-١١)

قديم پٿر جي جديد دور وارو زمانو چاليهه هزار سال ق-م کان ڏهه هزار ق-م تي مشتمل آهي. جڏهن ته برصغير ۾ هن دور جو مدو، ڏهه هزار ق-م کان ٻه هزار سال قبل مسيح سمجهيو وڃي ٿو.
(پنوهر ١٩٨٣-٣)

هن دور جي هڪ خصوصيت پٿر جا سنهڙا اوزار پڻ آهي. جي ٻنهي طرفن کان سنهڙا هئا، ۽ خاص قسم جو روهڙيءَ جي جبلن جو پٿر هن مقصد لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو. (پنوهر ١٩٨٣-١٢)

سنڌ ۾ البت جڏهن ته کوٽائي وغيره چڱيءَ طرح ٿي نه آهي، ان ڪري تاريخ جو صحيح ڪاٿو پڻ ٿي نه سگهيو آهي.

## ميسولٿڪ دور (Meso-lithic age)

هي اهو ارتقائي دور آهي جنهن ۾ انسان قديم پٿر واري دور مان جديد پٿر واري دور (Neo lithic age) ڏانهن وک وڌائي. هن ثقافت جا اهڃاڻ، اسانکي سنڌ ۽ دريائن جي آس پاس نظر اچن ٿا. هن دور جي خصوصيت، سنهڙا ۽ ننڍڙا اوزار آهن. مڇي مارڻ لاءِ ڪانٽا، ڪنڍيون پڻ هن دور ۾ ٺهڻ شروع ٿيون.
(ونڪ چارلس ۱۹۷۷-۳۵۵)

سنڌ ۾ جيتوڻيڪ ڪجهه کوجنا ۽ تحقيق ڪئي وئي آهي. ان ڪري هن دور جي ماڳن جي باري ۾ به معلومات گهٽ آهي. البت ڪراچي ضلعي ۽ حيدرآباد جي آس پاس ڪي ماڳ اهڙا ليکي سگهون ٿا. مڇر ۽ روهڙي جي ٽڪرن ۾ به اهڙيون وسنديون هٿ لڳيون آهن. هن دور ۾ ماڻهو ننڍڙن گروهن جي صورت ۾ رهندا هئا، موسمي کاڌن جي تلاش ۾ هيڏانهن هوڏانهن رلندا هئا. ڪکاوان ۽ اوڏڪا گهر ٺاهيندا هئا.
(پنوهر ۱۹۸۳-۱۴)

ايم. ايڇ پنوهر جي راءِ ۾ نو هزار سال اڳ، ممڪن آهي ته سنڌ جو ڪنارو، حيدرآباد جي اتر طرف، هالا جي ويجهو هجي ۽ سنڌو جي مڇي ۽ پلن ميسولٿڪ دور جي ماڻهن کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو هجي ۽ اهو به ممڪن آهي ته ان دور ۾ برصغير ۾ ذريعن

۽ وسيلن جي ڏس ۾، سنڌ سيني کان شاهوڪار علائقو هجي. (پنوهر ١٩٨٣-١٠)

## جديد پٿر جو دور (Neo-lithic age)

جديد پٿر جو دور جنهکو (New Stone age) پڻ ڪوٺيو آهي.

هن دور ۾ پٿر جا هٿيار، گهڻي ۽ گسائي تيار ڪيا ويندا هئا. آٿپ جو ڪم پڻ هن دور ۾ شروع ٿيو. باقاعدي ڪمتيءَ لاءِ هر ۽ ڪوڏرون استعمال ٿيون. جانور، ڪڪڙ، جوٽ، مڪائي ۽ دالين جي پوک شروع ٿي. ننڍڙيون ڀڙيون ٺهيون. ڪچي مٽي ۽ پڪل سرن جا گهر ٺهيا. ڌاتوءَ جو استعمال شروع ٿيو. پوچا لاءِ پوچا گهر ٺهيا. (ونڪ چارلس ١٩٨٣-١٠)

سنڌ ۾ جديد پٿر جي دور جي شروعات ڪڏهن ٿي؟ ان لاءِ صحيح ڄاڻ ناهي. البت اٿين سمجهيو وڃي ٿو ته شايد جديد پٿر جو زمانو مشرق وسطيٰ ۽ سنڌ اندر ست هزار ق-م کان ڇهه هزار پنج سو ق-م وارو آهي. (پنوهر ١٩٨٣ ١٢)

هن دور ۾ ايراني ڪنڀر، ڳاڙهي رنگ تي ڪاري چٽسالي شروع ڪئي. جانورن، پکين ۽ جابلو ٻڪرن جا نمونا چٽيا ۽ اها چٽسالي بلوچستان ۽ سنڌ ۾ ٻيءَ پهتي. هـن دور ۾ ئي هٽ چڪ پهتو جنهکو شايد سيالڪ ٽئي ۾ ايجاد ٿيو هئو. ڪوٽ ڏيجيءَ جـي

اوائلي دور ۾ هٿيلا ٺاهيا ويندا هئا، جي پوءِ آهستي آهستي ڇڪ تي ٺهڻ لڳا. (پنوهر ١٩٨٣-١٨)

ڪوٽڏجي ويجهو ڪرڙي ڪُل محمد مان به پٿر جي جديد دور سان لاڳاپو رکندڙ اوزار لڌا ويا آهن. انهيءَ کانسواءِ جانورن جي باقاعدي پالنا به هن دور ۾ شروع ٿي. (پنوهر ١٩٨٣-١٩)

پگٽ (١٩٥٠) جي راءِ موجب اتر ۽ وچ بلوچستان ۾ نون ماڻهن جي آمد ڪري ڪافي ثقافتي تبديليون آيون. ۽ آمري ۽ ڪلي جهڙيون آباد ڪندڙ ڌارين ذرين ايران سان تعلق رکندڙ هئا. (پنوهر ١٩٨٣-١٩)

هن دور ۾ ٿي سنڌ جي ماڻهن کي درياءَ جي ساليانو ورتاءُ ڪان به واقفيت ٿي ۽ ڪڻڪ جهڙي ۽ جَوَ جهڙيءَ سنڌ ۾ پوکي وڃي ٿو يا گهٽجي ٿو ۽ جهڙي طرح سنڌائي پوک ڪرڻ ڪري.

”عثمان جي بٺي“ ۽ ”آمري“ اهڙا ماڳ آهن جي هن دور سان تعلق رکن ٿا. (پنوهر ١٩٨٣-٢٠-١٩)

ان کانسواءِ ٽروهل، گجو ۽ شاهه حسن، ڪافر ڪوٽ، ٻڌ جو ٽڪر تي به هن دور جي اوزارن جا ڪارخانا لڌا ويا آهن.

جديد پٿر جي دور سان تعلق رکندڙ وسنديون ۽ هنڌ، بولان کان ٺيندا سنڌ جي هيٺاهين ميدان منڇر تائين هوندا. انهن وري کيرٿر جبل جي هيٺين حصي يا دادو ضلعي جي ڪوهستان ۾ لڪي ۽ دادو ضلعي ڏي وڌيا هوندا. (پنوهر ١٩٨٣-٢٠)

## ڪنجهيءَ وارو دور (Chalco-lithic age)

هي اهو ارتقائي وچ وارو دور آهي، جڏهن انساني ثقافت، جديد پٿر ڪانپوءِ ٽامي واري دور ڏانهن قدم رکيو. هن دور ۾ عوامي عمارتون نهيون، سچ پچ آهي؟ "پاڪيزگي چا آهي" جهڙن تصورن انساني سماج ۾ جنم ورتو. لڪن پڻ هن دور ۾ ايجاد ٿيو. هن دور کي "ٽامي جو دور" يا ٽامي ۽ پٿر جو دور ڪري به سڏيو وڃي ٿو. (ونڪ چارلس ١٩٧٧-٨)

برصغير ۾ ٽامي جي شروعات اٽڪل ڇهه هزار پنج سو سال ق-م کان اٽڪل هزار سال ق-م واري عرصي تي محيط آهي.

ڪوئٽيا ۾ ڪلي گل محمد، ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ پري هڙاپن ته، ۽ آمريءَ جي ته I A ۾ ان جا آثار نظر اچن ٿا.

ڪنجهي جي استعمال لاءِ جيتوڻيڪ صحيح تاريخ جي ڄاڻ ناهي اهو موهن جي دڙي جي اوائلي تهن جيڪو اٽڪل ۾ هزار ٽي سو سال ق-م تي مشتمل آهي ان مان ۾ هن (Bronze) جا آثار مليا آهن. جڏهن ته مٿين تهن ۾ ڪنجهيءَ جو استعمال تمام عام جام آهي. سمجهيو وڃي ٿو ته سنڌ اندر ٽي هزار هڪ سو سالن کان ٽي هزار سالن ق-م دوران زراعت ۾ ڦيرگهير، ڪنجهي ۽ ٽامي جو استعمال شروع ڪيو ويو، جيڪو

ڏکڻ اوڀر ايران جي رهاڪن سان گڏوگڏ سنڌ ۾ آيو.
(پنوهر ١٩٨٣-٢٨-٢٢)

هن دور ۾ ئي روهڙيءَ جو پٽر، ڪوٽ ڏيجي، آمري، هڙاپا، موهن جو دڙو، لوٿل، رنگپور ۽ ڪالي بنگن ۾ اباڻو ويندو هئو ۽ اها آمدني ۽ روانگي سنڌوءَ جي ذريعي ڪئي ويندي هئي. (پنوهر ١٩٨٣-)

ڪنجهيءَ وارو دور، وادي سنڌ جي عروج وارو وارو دور هئو، جنهن کي هڙاپا دور، موهن جو دڙو وارو دور پڻ ڪوٺيو وڃي ٿو. هن تهذيب جون حدون هماليه جي دامن کان ٿينديون ڪاٺياواڙ تائين، ڪوئٽيا کان راجپوتانه تائين پکڙيل هيون.
(سبط حسن ١٩٧٧-٦٦)



# سنڌو ماٿر ۾ تاريخ کان اڳ واريون ثقافتون

سنڌو ماٿر جي سڀيتا مان عام طور تي معنيٰ، موهن جي دور واري ثقافت ورتي ويندي آهي. پر موهن جي دڙي واري تهذيب کان به اڳ هت سنڌ ۾ انساني جون آباديون ۽ وسنديون هيون. جنهن جي طرز زندگي صاف سٿري، ۽ سڌريل هوندي هئي.

سنڌو ماٿر جي سڀيتائن کي عام طرح هيٺين حصن ۾ ورهايو وڃي ٿو.

(۱) اوائلي سنڌو ثقافت، جنهن کي "Early Indus Culture" يا "Pre-Harapen Culture" ڪوٺيو وڃي ٿو. اوائلي سنڌو ثقافت ٻن دورن تي مشتمل آهي. (الف) آمري دور واري ثقافت ۽ (ب) ڪوٽ ڏيجي واري دور جي ثقافت.

(۲) سنڌو ماٿر واري سڀيتا جنهن کي موهن جي دڙي واري تهذيب پڻ ڪوٺيو آهي يا وري انگريزي ۾ "Indus Civilization" يا "Harapen Culture" سڏيو آهي.

(۳) سنڌو ماٿر واري سڀيتا کان پوءِ واري دور لاءِ Post-Harapen Culture جو لفظ استعمال ٿيندو آهي. عام طور هن دور کي سنڌو سڀيتا جي زوال وارو دور ڪري ليکيو وڃي ٿو.

## مهر ڳڙهه وارو زمانو

مهر ڳڙهه، موهن جي دڙي کان الڪل ٿي هزار ست سو سال قديم آهي ۽ سنه ۱۷۴۰ ڌائين سنڌ جي سرحد سبيءَ تائين هوالدي هئي، ان ڪري هيءُ ماڳ به سنڌو ماٿر جو حصو هئو ۽ سنڌو ماٿر جي اوائلي ٺوڙي پوهه وارين ثقافتن جي اوسر ۽ عروج ۾ مهر ڳڙهه کي وڏو عمل دخل آهي.

مهرڳڙهه ۾ چوويهه سال پالڻ جي شروعات ڇهه هزار سال ق.م ڌاري ٿي جڏهن ته پنج هزار سال ق.م ۾ هتي اڇوڪي-لوني جو ڪنڀارڪو ڪورو به موجود هئو ۽ چار هزار سال اڳ چڪ جو استعمال به هت شروع ٿيو.

اتي جا رهاڪو هار، پازيب، پٿال، فيروز ۽ لاجوردن جا موتي زيورن ۾ استعمال ڪندا هئا.

ٽاڻون تي جاميٽريڪل لوڻا به اتاريندا هئا ته مورتون ۽ وڻ ٽڻ به، مڙدن کي اوڪڙو ۽ سنڌل ٻنهي لولن سان دفن ڪيو ويندو هئو.

(پنوهر - مهراڻ ۱۹۸۴-۱٦۳)

## اوائلي سنڌو ثقافت

اوائلي سنڌو ثقافت يا (Early Indus Civilization) ٻن دورن تي مشتمل آهي. آمريءَ وارو دور ۽ ڪوٽ ڏيجيءَ وارو دور.

## آمريءَ وارو دور

آمري ثقافت سان تعلق رکندڙ ماڳ، سنڌ جي ڪوهستاني ۽ ڪاڇي وارن علائقن ۾، بلوچستان ۾ ڪلي مدهي، پنجاب ۾ سري ڪوهلا ۽ ڪوٽڏيا وٽ ڊمب سادات وٽ مليا آهن (برجيٽ آلچن ١٣٢) آمري لوڪ، ڏکڻ اولهه ايران کان سنڌ ۾ آيا ۽ اوائلي آمري آبادڪاري ڪئي. (پنوهر ١٩٨٣)

هي مالوند ۽ شڪاري ماڻهو هئا. ٿوري ٿوري پوک به ڪندا هئا. رهڻ وارن ۽ ڏنارن جون موسمي وسنديون به هونديون هيون. پوک سيلاب ۾ ڪئي ويندي هئي ان لاءِ سيلابي ندين تي گبر بند ٻڌا ويندا هئا. پوک محدود ڪئي ويندي هئي، جا رکو گذران لائق هوندي هئي.

سمجهيو وڃي ٿو ته، هي ميداني علائقي وارن ايراضين شاهد منچر وارن کان ان وٺندا هئا ۽ بدلي ۾ کين اَن ۽ ڏاس ڏيندا هئا. ان ڪالسواءِ ڏورانهين وسندين وارن سان به سنڌن در آمد ۽ برآمد وارو سلسلو هئو. بدخشان مان لاجورد، اوڀر ايران مان اسٽيٽائيٽ، مڪران مان سپون ۽ ڪوڏ وغيره گهرائيندا هئا.

هي ماڻهو، نيم قيمتي پٿرن کي وڍڻ، ڏکڻ ۽ اجارڻ جي فن کان به آشنا هوندا هئا. سنڌن ڪاريگر عقيق، سنگ يشم ۽ سنگ سليمانيءَ جي ڪمن ۾ ماهر

هوندا هئا.

آمري دور جي اوائلي ڏهن مان چقمقي پٿرن جا ڪارخانا به لڌا ويا آهن جنهن مان ڄاڻ پوي ٿي ته هي ماڻهو چقمقي پٿرن ۽ ڪاري سنجهان تيز ڇهنبدار اوزار بڻائيندا هئا. انهن اوزارن ۾ ڪپ، رنبا ۽ ونڊڻا به شامل هوندا هئا. هي لوڪ ٽامي جي استعمال کان به آشنا هوندا هئا. انهيءَ مان ڪانتا، سُئيا ۽ سنبهون ناهيندا هئا.

آمري دور وارن ماڻهن جي ثقافت، ديهي ثقافت هئي، ان قسمن جا ڳوٺ انهن وٽ هوندا هئا. هڪڙا موسمي ۽ ٻيا دائمي. موسمي ڳوٺن ۾ هو ڪن خاص موسمن ۾ اچي آباد ٿيندا هئا.

اڄوڪي دور جيان ڪي ڳوٺ وڏا هئن ته ڪي ننڍا به. ڳوٺن ۾ گهرن جو نمونو اڏيل پکڙيل گهرن وارو به نظر اچي ٿو، ته پاڙي جيان ڪاهت ٿيل به، ڇڪي مٽيءَ جي سرن يا پٿرن کي، ڇڪي مٽيءَ جي اوساري ڏيئي گهر جوڙيندا هئا. ڇتيون پکن ۽ لوڻن جون هونديون هيون. گهر شڪل ۾ مستطيل هوندا هئا. وسندين جي هڪ ٻئي ۾ آمدرفت لاءِ گس ۽ پيچرا به ٺهيل هوندا هئا. ۽ اهي بار يا سواريءَ وارن وهڻن لاءِ استعمال ڪيا ويندا هئا.

آمري وارن لوڪن جي مذهب جي باري ۾ ته البت ڄاڻ پئجي نه سگهي آهي. البت مُڙدن کي

ڪرونبڙو ڪري پورڻ جو رواج هوندو هئو ۽ مڙدن سان گڏ ضرورت جو ساز و سامان به رکي ڇڏيندا هئا.

آخري دور جي اوائلي ٿهن مان نڪتل ٿانو، ٽوگا (بلوچستان جو هڪ قديم ماڳ) جي ٿانون جهڙا هوندا هئا.

ٿانو، چڪ بجاءِ هٿ سان ٺهيل نظر اچن ٿا. ڪن تي رنگ و روغن شايد پچائڻ کانپوءِ ڪيو ويو آهي. رنگن ۾ ڦڪو گلابي، ڪريم ڪلر، ناسي، ڳاڙهو، ۽ خاڪي وغيره استعمال ڪيا ويندا هئا. ٿانو هڪ رنگا به لڌا ويا آهن ته ٻه رنگا به.

اناج پيهڻ لاءِ پيالي نما ڪرل جهڙي اکري استعمال ڪئي ويندي هئي، ۽ ٿانون تي نمونا جانورن، جيئن وڻن، ٻوٽن وارا ڪڍيا ويندا هئا. ان ڪانسواءِ جاميٽريڪل نمونا جهڙوڪ مستطيل، چورس، هڪ ڪنڊا، گهڻ ڪنڊا وغيره به لڌا ويا آهن. هن دور جي آثارن ۾ تير، چاقو ۽ ڏاتا به هٿ آيا آهن. (ليمبرڪ ١٩٨٢)

## ڪوٽ ڏيجيءَ وارو دور

ڪوٽ ڏيجيءَ واري ثقافت جا آثار سنڌ ۾ محض هڪ مخصوص علائقي منجهان (جيئن آمري ثقافت جا ماڳ، ڪاڇي ۽ ڪوهستان وارن علائقن مان مليا آهن) ڪونه مليا آهن. (فليم ١٩٨١-١٤٦)

ڪوٽ ڏيجيءَ وارو دور اٺاويهه سو ق. م کان

ليوڊهه سو قبل مسيح تي مشتمل نظر اچي ٿو.
(پنوهر ۸۸۴ : ۱۷۰)

ڪوٽ ڏيجيءَ واري ثقافت سان تعلق رکندڙ وسنديون ڪالي بنگن (بيڪانير، هندستان)، جليل پور (پنجاب)، منديگڪ (افغانستان)، پيرانو گونڊائي (بلوچستان) ۽ چولستان ۽ بهاولپور (جن تي ڊاڪٽر رفيق مغل ڪم ڪري رهيو آهي) مان لڌيون ويون آهن. (پنوهر ۱۹۸۴)

سمجهيو وڃي ٿو ته چولستان جي گهڻي ايراضيءَ ۾ ثقافت جا آثار نظر ايندا.

جڏهن ته سنڌ ۾ راڄو ديرو، ڦنگ، ڪوهتراش ۽ ڪوٽ ڏيجيءَ جي لڪريءَ وٽ هن ثقافت سان تعلق رکندڙ ماڳ موجود آهن. (فليم ۱۹۸۱-۱۳۸)

ڪوٽ ڏيجيءَ وارا لوڪ، گهر ٺاهڻ لاءِ گهڙيل پٿر استعمال ڪندا هئا. سندن گهرن جي چوڌاري ڪوٽ هوندا هئا جيڪي ڪچين سرن سان اڏيل هوندا هئا. گهرن جي بنيادن ۾ پٿر به استعمال ڪيو ويندو هئو.

هڙاپا جا سنڌو سڀيتا وارن ڪوٽن جو نمونو هتان کان ٿي سگهيو. تندور هر گهر ۾ موجود هوندا هئا.

ٺڪر جي ٿانون جو هنر هن دور ۾ وڏيڪ سڌريل نظر اچي ٿو. هي ٿانو، سنهي تر سان آهن جن جو رنگ ڪريم ڪلر ۽ ڳاڙهو هوندو هئو. مٿان ڳاڙها،

پورا ڦڪا ۽ ڪارا پٿا ۽ پٿرن بنارون وسنديون هيون.

هڙاپا وارن ڪولڻ ڪانسواءِ پليٽون پڻ هئن. ڪان ٺاهي سگهيون.

نقش نگار ۽ چٽن ۾ اسانکي، اکين جا نمونا، گل بوٽا سورج سکي، لانگن ۽ ٻين چرندڙ جانورن جون مورتون ڏٺيون وٺون آهن.

عورتن جا گهه مهر ڪڙهي، ۽ آمري وارن جي ڪهن ڪان وڏيڪ سنها ۽ باريڪ هوندا هئا.

وٽن انسانن ۽ چوپائي مال جا بوتا به عام جام ڏٺندا هئا.

هن دور ۾ اوزارن ۾ به اسانکي وڌيڪ ترقي نظر اچي ٿي. ڏامي جون کهاڙيون، جن ۾ سوراخ هوندا هئا. اهي به هن دور جون ايجاد آهن.

پوک سنڌو ۽ سرسوتيءَ جي شاخن ۾ ٻوڏ جي ڪري آيل پاڻيءَ رستي ڪئي ويندي هئي. ان ڪانسواءِ برسات جو پاڻي ڪٺو ڪري ڳبر بند ذريعي محفوظ ڪيو ويندو هئو.

اوزارن لاءِ روهڙيءَ جو سائي رنگ وارو پٿر به استعمال ڪيو ويندو هئو. (پنوهر ١٩٨٤-٧٠-٧٢)

## سنڌو ماٿر واري سڀيتا

ترقي يافته سنڌو سڀيتا جي ايراضيءَ ۾ موجوده پاڪستان (صوبي سرحد جي جابلو علائقي ۽ آزاد

ڪشمير کي ڇڏي) اوپر پنجاب، اولهه يوپي، هريانا، ڪڇ، ڪاٺياواڙ، گجرات، اتر مهاراشٽرا، منڊيگاڪ (افغانستان) وغيره شامل هئا. خيال آهي ته پراڻي زماني جي اڀڙندڙ ۽ وڌيڪ ابراضي تي مختلف شهري مرڪزن جهڙوڪ ڪالي بنگن، هڙاپا، ڪنوروالا (بهاولپور)، موهن جو دڙو (سنڌ) ۽ لوٿل (ڪڇ) مان حڪومت ڪئي ويندي هوندي. هي دور ڪيترن سو ق-م کان هڪ هزار ڇهه سو پنجاهه ق-م تي مشتمل آهي.

(پنوهر ١٩٨٤-١٧٠٠)

هي شهري ثقافت وارو دور آهي. شهري مرڪز باقاعده رٿابنديءَ کان پوءِ اڏجي لڳا. گهر باقاعده قطارن ۾ ڏاهيا ويندا هئا. پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ ناليون بنيون. گهٽيون ڪشاديون ڪيون ويون. مذهبي ٽڪانا، وڏا تلاءَ، اناج لاءِ گودام اڏايا ويا. پڪين سرن جو باقاعدي استعمال ٿيو. گند لاءِ هر گهٽيءَ جي ڪنڊ وٽ ڪچري دان ٺهيل هوندو هئو. شهري انتظام ۾ صفائيءَ کي مرڪزي اهميت حاصل هوندي هئي.

ان دور ۾ سمجهيو وڃي ٿو ته موهن جو دڙو ۽ هڙاپا، واديءَ سنڌ جي گاديءَ جا هنڌ هوندا هئا.

موهن جو دڙو دريائي بندرگاهه هوندو هئو ۽ ان جي آبادي هڪ لک جي لڳ ڀڳ هئي.

اتي بائيميل ۽ ڏهائي سرشتي موجب تور ٿيندي،

هئي. پيداواري ذريعن تي محصول پياربو ويندو هئو.
(پنوهر ١٩٨٤-١٤٠٠)

زراعت، ميهن جي پاڻيءَ تي ڪئي ويندي هئي ۽ ميهن ان دور ۾ گهڻو پوندو هئو. ان ڪانسواءِ آبپاشي طريقو به رائج هئو ۽ بند ٻڌي پاڻيءَ جي سطح مٿي ڪئي ويندي هئي.

ڪڻڪ، جَوَ، مٽرن جي پوک ۾ واڌ ٿي، ڪپهه ان دور ۾ فقط سنڌ ۾ ٿيندي هئي، سوٽي ڪپڙو ٺاهيو ويندو هئو. ڪپهه ۽ سوٽي ڪپڙو ٻاهر امالي پرڏيهي ناڻو ڪمايو ويندو هئو. زمين ڪنهن فرد جي ذاتي ملڪيت نه پر، پوري قبيلي يا وستيءَ جي اجتماعي ملڪيت هوندي هئي.

هتان ماتا ديويءَ جون مورتيون به لڌيون ويون آهن مڙدن کي سڌو ڪري پوريو ويندو هئو.

هن دور جا ماڻهو تحريري فن کان به آشنا هوندا هئا. ۽ سمجهيو وڃي ٿو ته وٽن جي ٻنن کي انهيءَ مقصد لاءِ استعمال ڪيو ويندو هئو. مٽيءَ جي مهرن تي به تصويري لفظ اڪريل نظر آيا آهن. خيال ڪيو وڃي ٿو ته هي واپارين جون ذاتي مهرون هونديون جن سان سندن مال جي سڃاڻپ ٿيندي هوندي. مهرن تي ڏاند، هاٿي، گينڊي، هرڻ، مڇي، ڦٽي، ڪپهه جي گل ۽ دهل وغيره جون تصويرون اڪريل مليون آهن.

ان ڪانسواءِ ڪن رسمن ۽ ڪريا ڪرمن جي

نقاشي به ڪمل آهي جن جو تعلق لغزائش نسل سان هوندو هئو. هنن لوڪن کي برج شناسيءَ جو علم پڻ ايندو هئو. هو ستارن جي علم جي ڄاڻ پڻ رکندا هئا.

هن دور ۾ سماج مختلف طبقن ۾ ورهايل هوندو هئو. طبقا برادرين تي مشتمل هوندا هئا. ڪنيرن، موچين، سونارن، ڪورين، رلگريزن ۽ واپارين وغيره جون الڳ الڳ برادريون موجود هيون، لڪن پڙهڻ جو هنر پروهتن کي ايندو هئو جوڪي جادو منترن جي فن کان آشنا هوندا هئا.

هتان جو نظام مائيتو هوندو هئو. يعني حسب نسب ماءُ جي نالي سان هلندو هئو. سماج ۾ عورت جو درجو مرد کان بلند هئو.

۽ هن معاشري جي هڪ اهم ڳالهه ته هي معاشرو امن پسند هئو ڇاڪاڻ ته هتان جنگي ساز و سامان جهڙوڪ ڍالون ۽ تلوارون وغيره ڪونه لڌا ويا آهن.

حڪمران طبقي جي مڪمل اطاعت ڪئي ويندي هئي. محسوس ٿئي ٿو ته حڪمران طبقي ماڻهن جي سوچ ۽ فڪر کي اخلاقي طور ايترو ته قابو ڪيو هوندو جو عوام خلاف ڪنهن جبر ۽ تشدد وارا طريقا استعمال ڪرڻا نه پيا هوندا.

ويدڪ لٽريچر مان خبر پوي ٿي ته ان وقت، هتي ٻن قومن جا ماڻهو آباد هئا. داسيا ۽ اسُور يا اشور. داسيا، شايد اهي قديم قبيلا هئا جي آرين جي يلغار

ڪان اڳ بحر اسود کان وٺي پنجاب تائين پکڙيل هئا ۽ هنن جا پنهنجا سردار هوندا هئا، جن کي هو 'راجن' ڪوٺيندا هئا.

رگ ويد جي لکتين مطابق، سنڌن نک ٿلهو ۽ رنگ ڪارو هوندو هو.

جڏهن ته اسورين ۾ ٻه طبقا هوندا هئا. هڪ ورتر ۽ ٻيو پاڻڙي يا واڻي.

ورتر، پڙهيل لکيل طبقو هوندو هو، جوڪو مذهبي رسمن، جادو ۽ ٽوٽڪن ۾ ڄاڻ رکندو هو. هي نهايت بهادر ۽ خوشحال ماڻهو هوندا هئا. جڏهن ته پاڻڙي يا واڻي، واپاري هوندا هئا. (سبط حسن ١٩٧٧-٧٦-٦٦) هتان جي لڌل ڍانچن مان هتان جي ماڻهن بابت، سائنسي راءِ موجب، هي آسٽريلائي، ڀوليچ سمونڊ جا آلپائي ۽ منگولي نسل جا ماڻهو هئا. (صديقي ١٩٦٩-١٦١)

اڪثر محقق کين دراوڙ ڪوٺين ٿا. دراوڙ معنيٰ اهي ماڻهو، جوڪي غير آريائي ٻولي ڳالهائيندا هئا. (صديقي ١٩٦٩-١٦٤)

آريه نسل مان مطلب اهي ماڻهو هئا جن جو آبائي وطن، خوارزم يا بخارا جو علائقو هو، ۽ جن ٻه هزار ق- م جي لڳ ڀڳ ايشيا جي ٻين مان نڪري، ڏکڻ اولهه ايشيا جو رخ ڪيو. سنسڪرت ۾ آريه مان مراد اوچي ذات وارا، شريف ۽ آزاد آهي. (سبط حسن ١٩٤٢-٨٦)

هڙاپا ۽ موهن جي دڙي مان سون، چاندي، ٽامي، ڪٽ، ڪوڏن ۽ قيمتي پٿرن جا ڳهه، لڌا ويا آهن. عقيق، يشب ۽ لاجورد منڪا ۽ موتي به ان دور ۾ استعمال ٿيندا هئا. ڪنگڻين، منڊين، چلن، ويڙهه، ۽ ڌريءَ جو به رواج هئو. اهي سڀ ڳهڻا ان دور جون عورتون پائينديون هيون. ان ڪانسواءِ مٽي ۾ عاج جا ٿونٽا به استعمال ڪنديون هيون، پيرن ۾ ڪڙا يا ڪڙيون به پائينديون هيون. سرخي ۽ سرمي ڪانسواءِ ڪوڏن ۽ سپن جي ڏيلين ۾، سائي رنگ جو پائوڊر لڌو ويو آهي جيڪو آءِ شيڊو طور استعمال ڪيو ويندو هئو.

موهن جي دڙي جا ماڻهو ناچ ۽ راڳ جا به ڪوڏيا هئا، ڪڙتال ۽ دهل ان دور ۾ استعمال ڪيا ويندا هئا. (صديقي ۱۹۷۹-۱۲۰)

## سنڌو سڀيتا جي زوال وارو دور

هن دور کي جهڪڙ وارو دور، يا پوسٽ هڙاپن پيريڊ، به ڪري ڪوٺيو وڃي ٿو.

سنڌو سڀيتا جي زوال وارو هيءُ دور سترهن سو پنجاهه کان نو سو ق-م تي مشتمل آهي.
(پنوهر ۱۹۸۴-۱۷۰)

عام طور سنڌو سڀيتا ۽ جڳ مشهور شهر موهن جي دڙي جي زوال بابت ٻه نظريا پيش ڪيا وڃن ٿا.

پهريون ته جهڪر جي ماڻهن، جڏهن ڪي آريا هئا، انهن موهن جي دڙي وارن تي حملو ڪري سنڌن انت آندو.

جڏهن ته ڊاڪٽر مغل جي راءِ ۾ جهڪر ۽ جهانگارا جا ماڻهو، موهن جي دڙي جا بچيل-ڪچيل ماڻهو هئا، جن موهن جي دڙي جي زوال کانپوءِ ات وڃي پناهه ورتي ۽ موهن جي دڙي جي تباهي، دراصل جاگرافيائي حالتن جي قدرگهير سببان ٿي. ۽ جنهن جي ڪري هو ڪ گهٽجي وئي ماڻهو ٻهر ريڊارڪو ڏنڌو ڪرڻ لڳا. شهرن مان ماڻهو لڏي پکڙي وڃي ڳوٺن ۾ رهڻ لڳا، ۽ انهن شهر جو واپار به گهٽجي ويو. ماڻهن کان لکڻ پڙهڻ به وسري ويو.

برچيٽ ۽ آلچن- ١٩٨٢ صفحي ٢٤٢ موجب هڙاپا جي جاءِ جهڪر واري دور والاري. جهڪر دور جا ٿانو پيلي رنگ مان ڪريم يا ڳاڙهن ٽڪن سان آهن. ٿانو چڪ بجاءِ ڏڪن ذريعي هٿ سان بنايا ويا آهن. ان ڪانسواءِ ڏانوءَ جون شڪون به هن دور ۾ نظر اچن ٿيون ۽ انهن محسوس ٿئي ٿو ته ڪي ماڻهو لڏي آيا ۽ جن پاڻ سان گڏوگڏ نيا ثقافتي عنصر پڻ آندا. ۽ سمجهه وڃي ٿو ته اهي ماڻهو ايران يا وچ ايشيا کان هن طرف آيا. عامي لمپ جهڙي نمولي جي به کهاڙي پڻ هتان لڌي وئي آهي. ان ڪانسواءِ پٿر جون گول ۽ چوڪنڊيون مهرون پڻ لڌيون ويون آهن. هڪ (Bronze) جو سونگاردان پڻ لڌو ويو آهي، جو

ليورستان سان ٻڌ پيئي سگهجي ٿو.

موهن جو دڙو جو آخري تهه جنهن کي جهڪڙ دور جي حوالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. انان ڪمترائي لاشا لڌا ويا آهن. ان سان گڏ هڪ لوهي ڪهاڙي به. جا ايران يا وچ ايشيا وارن سان مشابهت رکندڙ آهي. جنهن لاءِ اندازو آهي ته هت ڌارين ڪام ڪئي هوندي. (برچيٽ ۽ آلچن).

O

# سنڌ جا تاريخ کان اڳ وارا ماڳ

## احمد شاهه Ahmed Shah

هيءَ ماڳ 25°35 اتر ويڪرائي ۽ 67°52 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، باران ماٿر جي اپرندي پاسي، عاربجو ڳوٺ کان ڏکڻ اوڀر، تي ضلعي دادوءَ ۾ واقع آهي.

مجمدار کي هن علائقي جي کنڊرن مان ڪٽ جي دور (Chalco lithic) جا نشان ٻيءَ نظر آيا، هو هتان لڌل چئن وٿن جو ذڪر ڪري ٿو. چقمقي پرد، ڪور (Core) ۽ ٻه ٽانو.

ڪرشنا ديو ۽ مٺڪون انهن لڌل شين کي ڏسي ماڳ کي آمري دور جو ڪوٺين ٿا.

(فلام ١٩٨١-٣۴۴)

## علي مراد (ڪلوڳي) Ali Murad

هيءَ ماڳ 26°32' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°27' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي پير غازي شاهه. کان ٽيرنهن ڪلوميٽر پنڌ تي، جوهي شهر کان چوويهه ڪلوميٽر ڏکڻ طرف ضلعي دادوءَ ۾ آهي.

مجمدار جي وضاحت موجب ڏڙا ٻن ٽيچرن تي موجود آهن. هڪ ڳوٺ جي اتر تي ٻيو اتر اوڀر تي. پهريون ڏڙو

وڏيڪ نمايان آهي. جنهن جي اتر ڏکڻ ۾ لاهوت آهن جتي ٽي سگهي ٿو ته ۾ وڏا ميدان هجن. ڏکڻ واريءَ لاهيءَ تي هڪ ڦٽل کوهه. جا آثار پڻ موجود آهن. کوهه پرسان هڪ قلعي جي پٽ جا نشان ۾ موجود آهن، جا پهڻ سان اڏيل آهي.

هتان لڌل ٿانون تي ٺهيل چٽسالي مخصوص سنڌ ثقافت جي نمائندگي ڪري ٿي. ڳاڙهي مٽاچري تي ڪاري رنگ سان چٽ چٽيل آهن. ٿانو تلهي مصالحي سان ٺهيل ۽ چڱي طرح پڪل آهن. چٽن ۾ چورس، لهڪن وارا گل، روايتي پپر جا پن نمايان آهن. ان ڪانسواءِ پٽ اندران هڪ سادو ٿانو ۾ لڌو ويو، جنهنجي پر ۾ ٽامي جي چيٽي، لنڊڙا رالدبڪا، ڳهه، عقيق جا منڪا، ٺڪر ٿانو، ياقوت جو موتي، ٺڪر جي ڍڪي ۽ سوئر جون مورتون ۾ لڌيون ويون آهن. (مجمدار ١٩٨١-٩١-٩٠)

ڪاهر جي راه ۾، ”هي هڪ ننڍڙو دڙو آهي، جنهن ۾ آثار قديمه جا ڪي خاص نقش موجود نه آهن. مجمدار ماڳ جي ننڍي پيمالي تي کوٽائي ڪرائي، پر سندس اها دعوا نه آهي ته ڪو قلعو هو يا بچاءَ واريون وڏيون پٽيون هيون. منهنجي جاچ پڙتال الهيءَ کي درست ثابت ڪري نه سگهي. قلعي جي پٽ اچا سوڌو هڪ سوال آهي. ان جي اوڙهه پٿر واري آهي، ۽ سٽين

اڏاوت ڪچي. بهرحال هتان لڀندڙ ٺڪر، سنڌو سڀيتا يا (Mature Harapen) دور جي نشاندهي ڪن ٿيون.
(فلم ١٩٨١-٢٤٤)

## الھڏنو (ڌنڊي بازار) Allah Dino

هيءُ ماڳ 24°57 اتر ويڪرائي ڦاڪ 67°1 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ڪراچيءَ کان پنجهه ڪلوميٽر اتر اوڀر طرف واقع آهي. هن ماڳ تان لڌل دورن جا آثار مليا آهن. هتان لڌل وتون (Mature Indus) يا هڙاپا دور سان تعلق رکن ٿيون.

چقماقيءَ سان ڪنڌوڪڻ سادا ڏانو به هتان لڌا ويا آهن. پٿين ۽ پٿرن سان ڪنڌوڪڻ ڪڇيون سرون به استعمال ڪيل آهن. بستيءَ جو هڪ حصو غير رهائشي نظر اچي ٿو. هتان سون ۽ چاندي به لڌي وئي آهي.
(فلم ١٩٨١-٣٥٠)

## عامِلاڏو (Amilano) Long )

مول ۽ ملير نئن جي سنگم تي ڪراچيءَ کان اٽڪل چوڏهن ڪلوميٽر اتر اولهه، اٽڪل ايڪانوي ميٽرن اندر اهي آثار موجود آهن. اهي اڃان تراڪڙا آهن. ماڳ ڪاڇي چڪو آهي ۽ لڀندڙ آثار ٻڌائين ٿا ته ماڳ مڪمل هڙاپا يعني (Mature Harapen) دور سان تعلق رکندڙ آهي. (فلم ١٩٨١-٣٥٢)

## آمري (Amri)

هيءُ ماڳ '26°10 اتر واري ويڪرائي ڦاڪ، '68°01 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي آمري شهر کان اتر، اتر اولهه. الڪل ٢٥٠ ميٽرن تي ضلع دادوءَ ۾ موجود آهي.

لڪي جبلن ۽ سنڌو درياهه جي آس پاس، ٣٠٠ ق-م واري آبادڪاريءَ جا نشان جابجا پکڙيل آهن.

١٩٢٩ع ۾ مجمدار هيءَ علائقو دريافت ڪيو. پر هن علائقي جي مڪمل کوٽائي ڪرائي نه سگهيو. ١٩٥٩ ۾ فرانسيسي ماهرن مونس، جين ميري ڪاسل جي زير نگراني، پاڪستان ڊپارٽمينٽ آف آرڪيالاجيءَ جي مدد سان هت کوٽائي ڪرائي جا ١٩٦٢ع تائين هلي.

هت ٻي قديم دڙا جن مان وڏي ۾ وڏو A آهي جيڪو ڇونٽيتاليهه فوٽ اوچو آهي. B دڙو ٽيراهن فوٽ اوچو آهي ۽ A دڙي کان ٻه سو وال اولهه طرف آهي. جڏهن ته دڙو C، B دڙي جي اتر اوڀر طرف واقع آهي.

A دڙو فرانسيسي ماهرن کوٽرايو. هن دڙي جي سڀ کان مٿين سطح، مسلمانن جي دور جي نشاندهي ڪري ٿي. هتان نڪرندڙ ٽانون وغيره کي مغلن جي دور سان به ڀيٽي سگهجي ٿو. اڏاوت ڪچين سرن سان مهٽي رنمابنديءَ سان ٺهيل آهي. جيتوڻيڪ ڪجهه پڪسري اڏاوت به موجود آهي. پر نمايان ديوار ڏهه فوٽ ويڪري ٻهٽن جي پيڙهه سان ڪچسري پٽ آهي جا حملي آورن کان بچاءَ لاءِ بنائي وئي هئي.

مسلمان دور جي آبادڪاريءَ کان هيٺ واري تهه ۽ تاريخ کان اڳ ٣٠٠٠ سال ق-م جي وچ واري وقت تائين جا اهڃاڻ نظر اچن ٿا. متاهين سطح مان اسانکي جهڪر واري دور جا ٿانو، جهڪي وادي سنڌ جي آخري دور جي نمائندگي ڪن ٿا نظر اچن ٿا. اهڙا ٿانو چانهون‌ءَ جي دڙي جي مٿين سطحن منجهان به ظاهر ٿيا آهن.

ٿانو ٿلها آهن جن ۾ گلابي مٿاڇري تي ڪاري رنگ جا نمونا ڏهيل آهن. ان کانسواءِ سج ۽ گلن جا نمونا به انهن تي اڪريل آهن.

هن دور جي هيٺان مڪمل هڙاپا (Mature Harappa) جي سطح آهي. هن سطح منجهان مليل ٿانو اهڙا ساڳيا آهن جهڙا موهن جي دڙي، هڙاپا ۽ واديءَ سنڌ جي ٻين ماڳن تان لڌا ويا آهن. جاميٽري ۽ گلن وارا نقش ڳاڙهي مٿاڇري تي ڪاري رنگ سان چٽ چٽيل آهن. هڪ پڪسري جاءِ به لڌي وئي آهي. سرن جي سائز هڙاپا دور جي اڌاوت ۾ ڪم آندل سرن جهڙي آهي.

۽ هن کان هيٺين تهه مان لڌل ٿانون جي بوعيت مختلف قسم جي آهي. هي نه هڙاپا مان مليل آهي نه وري موهن جو دڙو مان ليجنڊ ٿانون مان. هن ثقافت جو نالو ”آمري ثقافت“ رکيو ويو آهي ۽ اها سنڌو ماٿر ۾ ليجنڊ سيني ثقافتن مان سوڌر پري آهي.

آمري ٿانو نهايت نفيس آهن. ڦڪي يا گلابي

مٽاچري تي ڳاڙها ڀورا ۽ چاڪليٽي رنگ جا جاميٽريڪل نقش، چٽيل آهن، جي برش جي ڀورن پٽن (Stroks) سان چٽيل آهن. سنڌن منهن ۽ ڪلهن تي ڦڪي يا هلڪي پٽي به آهي. آمري وارن ٿانون جي هڪ خاصيت اها به آهي جو هو مختلف ارتقائي مرحلن منجهان لنگهيا آهن.

آمري واري ته، جي شروعاتي مٽين حصن ۾ آويءَ جا پڪل مٽين خاصيتن وارا ٿانو ڪاڻي لڌا ويا آهن پر پوءِ آهستي آهستي تعداد گهٽ ٿيندو ويو آهي ۽ بلڪل هيٺاهين تهن منجهان لڀندڙ ٿانو ٿلها ٻي ڊولا سادا ۽ هٿ سان ٺهيل آهن. رڳو ڪن تي نقش نگار ٺهيل آهن.

آمريءَ وارن ٿانون تي جانورن جون مورتون به چٽيل آهن هڪ "ڪتي" جي چٽ وارو ٿانو به لڌو ويو آهي. البت روايتي ڏڳو نالي يا ڦڪي مٽاچري تي عام چٽيل نظر اچي ٿو، ۽ هتان لڀندڙ جانورن جا نقش نال-ڪلچر ثقافت سان ملندڙ جلندڙ آهي.

ٺڪر جي جانورن جون مورتون به هتان لڌيون ويون آهن جي آن اڳينءَ ڳالهه، ڪي رد ڪن ٿيون ته آمريءَ مان ٺڪر جون مورتون نه لڌيون ويون آهن.

آمري تهن مان لڀندڙ هڪ اهم ڳالهه، اها به آهي ته هتان ڪوٽ ڏيجيءَ جي ثقافت واريون شيون پڻ لڌيون ويون آهن. اهڙا ٿانو جن جون ڳچيون مڙيل آهن گلابي ۽ چاڪليٽي پٽن سان. جن سان

لڳي ٿو ته انهن جو پاڻ ۾ رشتو ناتو به هئو. مٿين سطح جهڙا آسري ثقافت جي ان دورن جي نمائندگي ڪري ٿي اتان دائمي نوعيت جا اڏاوت جا آثار نه ٿا نظر اچن البت هيٺين تهن مان ڪچين سرن جي اڏاوت جا آثار مليا ٿا. مستطيل عمارت جا امڪان آهن. جهڙا ننڍڙن (Cubicles) ۾ ورهايل آهي، جن ۾ ڪنهن قسم جو در وغيره نظر نه ٿو اچي جهڪو مختلف ڪمرن ۾ هجي. ۽ هنن جي اوچائي پنج فوٽ آهي ۽ انوسان ڪيئو وڃي ٿو ته متان اهي ڪيوبيڪلس ڪنهن عارضي اڏاوت جي پيڙهه لاءِ نه ٺهيل هجن.

ان ڪانسواءِ هتان ٺڪر جا جوڙا، ڳانو، چقمقي پرد، ڪوٺر ۽ چوڏا وغيره به هٿ آيا آهن جيڪي سيٺي ڪان هيٺاهين تهن منجهان به لڌا ويا آهن.

## عارب جو ٿاڏو (Arab-jo-Thano)

عارب جو ٿاڏو يا اربجو ماڳ 25°38 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°50' اوير ڊگهائي ڦاڪ تي، شاهه جو ڪوٺڙيو کان اٽڪل پنج ڪلوميٽر ڏکڻ طرف ناريئڙو جبلن جي پورانديءَ ويجهو ضلعي دادو ۾ آهي.

١* لمبرڪ ڪي هتان ڳاسي جون ڇٽيون نظر آيون. ۽ مجمدار جي وضاحت موجب ماڳ آسري دور جي اوائلي دورن سان تعلق رکندڙ آهي. (فلام ١٩٨١-٣٤٣)

---

١* (لمبرڪ ١٩٨٢-٥ ١)

## بچاڻي (بچراڻ) (Bachani)

هيءُ ماڳ '32°25 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ '50°67 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي. باران ندي، جي اولهه طرف، بچاڻي ڳوٺ کان اتر اوڀر سڌ پنڌ تي ضلع دادوءَ ۾ واقع آهي. ماڳ وٽن ۾ شنگلس (Shingles) سان ڀريل آهي. هي اهي پٿر آهن جيڪي ڪاري ۾ ملائي پٿرن ٺاهڻ جي ڪم ايندا آهن. هتان لڌل ٺانو هڙاپا آبادڪاريءَ سان تعلق جي نشاندهي ڪن ٿا. (فليم ١٩٨١-٣٤٦)

## بادهه (آڏت جو دڙو) (Badah)

هيءُ دڙو '19°27 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ '01°68 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، بادهه شهر کان ڏکڻ اولهه، هڪ ڪلوميٽر، ميهڙ جي رستي تي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ آهي.

مجمدار هن دڙي بابت ٻڌائي ٿو ته ڀوربن مسٽر ڊڪشت ١٩٢٥-٢٦ هن ڪي ڏٺو ۽ پوءِ ١٩٢٧-٢٨ ۾ مجمدار هن جي کوٽائي ڪرائي. هتان اڏاوتن جا نشان ڪونه مليا البت ملندڙ شين مان ڪي هن ريت آهن. عقيق جا مڻڪا، ٽڪر ۽ ڪوڏن جي چوڙن جا ٽڪر، ٽڪر جي جانور (ڪتو) جي مورت جا ٽڪر، عاج جي ٽڪل جا ٽڪر، ٽامي جي پن وغيره. ٠١ (مجمدار ١٩٨١- ٤٨-٤٧)

---

٠١ مجمدار جي راءِ موجب هيءُ دڙو مڪمل هڙاپا دور سان (Mature Harappa) تعلق رکي ٿو. (فليم ١٩٨١-٢١٦)

## ٻانڌڻي (Bandhni)

ماڳ 26°13' اتر ويڪرائي ڦاڪ، 67°42' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، ٻانڌڻي ڳوٺ ۽ ٻانڌڙي لڪن وچهو ضلعي دادو ۾ واقع آهي. ڏڙو اتر کان اڀاڻون ۽ ڏکڻ کان تراڪڙو آهي، ۽ اتي ڪيتريون هاڻوڪيون قبرون به موجود آهن.

مجمدار ننڍڙن چيمبرس جي هڪ گروهه جي کوٽائي ڪرائي، جنهن جي اونهائي اڌ ميٽر هئي. چيمبرس جون ڀتيون پٿر سان ڍڪيل هيون. اتان اينڌڙ ٿانو آمري ثقافت سان ڳانڍاپو ڏيکارين ٿا. (فادم ١٩٨١-٣٠٣)

مجمدار جي رپورٽ موجب ٻہ رنگا سنهڙي چادر وارا ٿانو ۽ چقمقي پٿر جا اوزار هتان لڌا ويا آهن. ڪجهه ٺڪريون اهڙيون ته ڏهجي ويون آهن جو رنگن جي سڃاڻپ بہ سولي نموني نہ ٿي ڪري سگهجي. پيلي رنگ جا ٿانو، ڳاڙهي ناسي چٽن سان مليا آهن. هلڪا ڳاڙها ٿانو جن جي ڳچيءَ تي ڳاڙها ناسي پٽا آهن... نمونا، اکين جهڙا، بہ لڌا ويا آهن.

(١٩٨١-٢١-١٢٠)

## *ٻانڌڻي فلنٽ سائيٽ (Bandhni Flint Site)

ماڳ ٻانڌڻيءَ جي ڏکڻ اوڀر ڏيڍ ڪلوميٽرن جي

---

* ٻانڌڻي لڌيءَ واري پٿر جي اوزارن ٺاهڻ واري پٽري ٽڪرن واري جاءِ. (ايم- ايچ پنور)

پنڌ تي آهي. هتان ڪي اوزارن جا آثار نه مليا آهن
پر چقمقي پٿر گهڻا مليا آهن. (فليم ۱۹۸۱-۳۰۴)

## ٻانڌڙي (Bandhri)

ماڳ 26°13' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°42' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ٻانڌي ڳوٺ کان ٻي ڪلوميٽر اتر طرف آهي ۽ ضلعي دادو ۾ آهي.

ماڳ ڀرسان هڪ چشمو وهي ٿو. هيءُ هڪ ننڍڙو دڙو آهي، جنهن تي پيرڙهه وارن پٿرن جي نشانن سان ڀريل آهي ۽ ميچونر هڙاپا دور جو محسوس ٿئي ٿو. (فليم ۱۹۸۱-۳۰۲)

مجمدار هن دڙي بابت هيئين وضاحت ڏئي ٿو.
"ٻانڌي ڳوٺ کان ۱ ميل اتر طرف هڪ ٽڪر تي هڪ عمارت جا آثار موجود آهن. پٿر ڪچي ٻيا ڪاري سان چڱيءَ طرح ليپيل نه آهن ۽ ڪمرن منجهان نڪريون يا چقمقي اوزار به ڪونه لڌا ويا آهن ۽ نه ڪا اهڙي شيءِ جو دور جو اندازو لڳائي سگهجي. اهڙي قسم جون جايون سيوهڻ ۽ ڪوهستان ۾ جابجا نظر اچن ٿيون. ٿي سگهي ٿو اهي وچين هندو دور جون هجن يا برطانيه کان اڳ وارن ڏينهن جون. (مجمدار ۱۹۸۱-۱۲۳-۱۲۲)

## ڀيبيءَ جي ڀٽ (Bibi ji Bhit)

ماڳ 25°44' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°36 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي باران لٺ چئنل ويجهو آهي.

لمبرڪ کي هتان آمري ۽ هڙاپا دور جا ڏانو لڌا جنهن مان هيءُ آمري ۽ هڙاپا جو همعصر لڳي ٿو.
(فليم ١٩٨١-٣٣٠)

## چانهون‌ءَ جو دڙو (Chanhu-Daro)

هي دڙو 26°11' اتر ويڪرائي ڦاڪ، 68°19' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي جمال ڪيريو ڳوٺ کان اٽڪل هڪ ڪلوميٽر ڏکڻ طرف سڪرنڊ ۽ نوابشاهه جي وچ تي واقع آهي: ۽ ٽن دڙن تي مشتمل آهي.
(فليم ١٩٨١-٢١٧)

هيءَ هنڌ ١٩٣١ ۾ لڌو ويو. ١٩٣٥-٣٦ ۾ مسٽر مئڪي هتان جي کوٽائي ڪرائي، پر تهه تائين رسائي حاصل ڪري نه سگهيو ڇاڪاڻ ته هتان "پاڻي نڪري آيو. هتان جو خاص دڙو نمبر ٻيو آهي جنهن ۾ هڙاپا دور جا ٽي جدا جدا تهه موجود آهن. جنهن مان لڳي ٿو ته هيءَ وستي ٻه ڀيرا آباد ٿي.

هتان ڪٽ، ٽامي، سپي ۽ عاج جي سامان ڏاهن جون شيون ٻه گهڻي تعداد ۾ مليون آهن. هتان ٽامي جا اوزار ۽ غير مڪمل ڌاتوءَ جا ٽڪرا به هٿ آيا آهن.

هئي. دڙي جي مٿئين تهه مان اهڙي دور جون باقيات مليون آهن جي هڙاپا دور کانپوءِ جون آهن ۽ سنڌ جي جهوڪر يا جهڪر واري دور سان مشابهت رکن ٿيون. (صديقي ۵۲-۵۳-۱۹۷۹)

مجمدار جي رپورٽ هن دڙي بابت هن ريت آهي:

"ماڳ ٽن دڙن تي مشتمل آهي. ۱-۲ ۽ ۳. دڙو نمبر ۲- ۽ ٻيو ۽ ٽيون هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن.

۲۱ فيبروري دڙي نمبر ٽئين جي کوٽائي شروع ڪرائيسين. هتان اڏاوت ۾ ڪچيون سريون استعمال ٿيل آهن. پڪيون سريون محدود آهن. البت هڪ کوهه ۾ پڪين سرن جو استعمال ٿيل آهي ۴۰ هي اهڙين سرن سان ٺهيل آهي جهڙيون موهن جي دڙي ۾ به استعمال ٿيل آهن. کوهه ڀرسان هڪ وڏو پينٽ ٿيل ٿانو لڌو ۽ ان هيٺان وري ٻيو به اهڙو لڌو.

هتي کوٽرايل ٻن خندقن مان چار سو وٿون برآمد ٿيون. اهو سامان موهن جو دڙو واري III نمبر خندق مان لڀندڙ سامان جهڙو هئو.

هتان لڀندڙ ٿانو سنهڙا ۽ جن جي سطح روشن ڳاڙهي رنگ جي جنهن تي چٽسالي ڪاري رنگ جي ٿيل هئي. جانورن ۽ پکين جون مورتون به اڪريل آهن. مور جي مورت ۽ ان سان گڏ هرڻ هڪ قطار ۾ لڳيون ويون آهن. پپر جي ڏارين جا سهڻا نمونا به موجود آهن. هتان موتي به جهجهي تعداد ۾ لڌا ويا آهن.

## Long (Chaurlo) (چوڙرو) چوڙلو

هي ماڳ ٻانڊڙيءَ کان ٻارنهن ڪلوميٽر ڏکڻ طرف ٻانڊڙي نئن جي اولهه پاسي ضلع دادوءَ ۾ واقع آهي.

هي ماڳ ٻه سنڌ ڪوهستان جي هڪ دڙن جدا هڪ مخروطي دڙي ۽ هڪ هموار ميدان ۽ سنديءَ تي مشتمل آهي. جيتوڻيڪ مجمدار ماڳ تي ڪمرن جي کوٽائي ڪرائي آهي پر فليم جي راءِ موجب اهي پٿرن آهن جن کي مجمدار ڪمرا سمجهي ٿو.

(فليم ١٩٨١-٣٠٥)

آمري دور وارا ٺانو هٿان لڌا ويا آهن جي هلڪي ڳاڙهي ۽ ڦڪي رنگ جا آهن. ان ڪانسواءِ سليٽي رنگ جا ٺانو ٻه هٿان لڌا ويا آهن، جن تي چاڪليٽي ڦڪي رنگ سان چٽسالي ڪيل آهي. ٺانو چڪ تي ٺهيل ۽ پڪل آهن. البت ٿوريءَ باهه تي پڪل آهن. نقش ۽ چٽ جاميٽريڪل نمونن ۾ آهي.

(مجمدار ١٩٨١-١٢٤-١٢٣)

چونٽري وٽان ليمبرڪ کي هڪ چقمقي پٿر جو ڪپ هٿ آيو جيڪو پنجن انچن کان وڌيڪ ڊگهو هئو. (ليمبرڪ ١٩٨٢-١١٥)

## (Chhuti jo Kund) ڇٽيءَ جو ڪنڊ

ماڳ، روهيل جي ڪنڊ کان سايا ڇهه ڪلوميٽر اوبر طرف اتر ڪاج جي چورلڪ وٽ، ڪمرڙ جبل جي

اڪيهن قطارن وٽ واقع آهي. ويوا ۽ مشڪرائون هن بابت ۱۹۴۹ ۾ پنهنجي رپورٽ ڏني آهي. هتان ليڊرز کي ڪنڀارڪي هنر جا نشان آمري دور جي اوائلي دور سان ڳانڍاپو ڏيکارين ٿا. (فليم ۱۹۸۱-۲٦۱)

## ڏنب ٻٺي (Damb Buthi)

ماڳ 26°17' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°40' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي جهانگارا ڳوٺ کان ڏهه ڪلوميٽر ڏکڻ اولهه، ٻانڊڻي کان ڏهه ڪلوميٽر اتر اولهه، ۽ نئگ کان ست ڪلوميٽر ڏکڻ اوڀر آهي، ۽ ضلعو دادو آهي.

فليم جي راءِ موجب، مجمدار جي وضاحت ماڳ سان انصاف ڪري نه سگهي آهي ڇاڪاڻ ته ماڳ ڪافي وسيع ۽ منجهيل آهي. هن جي اتر اولهه طرف هڪ بدترتيب مخروطي دڙو (ٻٺي) به موجود آهي ۽ اها ٻٺي يا دڙو، سموري علائقي جو چوٽون حصو والاري ٿي. اها ٻٺي هتراڏو محسوس ٿئي ٿي ۽ لڳي ٿو ته ڪمزز هئي. هن جي لاهيءَ کان پٿرن جا نشان موجود آهن. جڏهن ته ڏاکڻي طرف هڪ ڏاڪڻ جا نشان آهن. هن جي هيٺان ڏکڻ، اوڀر ۽ اتر کان پيڙهه جي پٿرن جا نشان آهن جي ڪمرن ۽ گهرن جي نشاندهي ڪن ٿا. مجمدار ٻٺيءَ جي ڏکڻ اولهه طرف پنج ڇيهه‌رس کوٽرايا، جنهن مان هڪ انساني پاڃو پڻ لڌو. هتان ليڊرز ٿانو آمري ۽ هڙاپا جا همعصر آهن جڏهن ته ڪي

نال (Nal) ثقافت سان به واسطو رکن ٿا.“

فليم، مجمدار جي هن راءِ سان به متفق نه آهي ته کو هڙاپا ۽ آمري دور جا ٿالهه، ماڳ جي جدا جدا حصن جهڙوڪ ٻنيءَ جي دامن ۽ متان ۽ آمري دور جا ڏکڻ اولهه واري حصي سان لڏا ويا آهن.

(فليم ١٩٨١-٣٠١-٢٩٨)

## (Deh Mari Sabra) ديهه ماڙي صابره

ماڳ 26°10' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68°72' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي نواز ڏاهري ربل روڊ سيڪشن نوابشاهه جي ڏکڻ طرف واقع آهي.

پاڪستان آرڪيالاجي جي ١٩٦٤ ۾ هن بابت رپورٽ ملي ٿي. هي ماڳ هڙاپا دور سان تعلق رکندڙ آهي. هتان ليندڙ شين ۾ ڪاري تي ڳاڙهي چٽ وارا ٿالهه، ٺڪر جو روايتي ڍڪڻ، ٺڪر ساسان جا ٺڪر نمايان آهن.

(فليم ١٩٨١-٢١٩)

## Desoi (Bedi Kotiro) ڏيسوئي

هيءُ ماڳ ڏيسوئي نالي ويجهو، ٿاڻي بولاخان کان اٺ ڪلوميٽر اتر اوڀر تي، دروات ڍڪ کان ٽي ڪلوميٽر اولهه تي ضلعي دادوءَ ۾ آهي.

هي ماڳ ٽرا ڪڙو آهي: پٿر جي ڪچي ۽ وڌون جابجا پکڙيل آهن. هتان ملندڙ سامان ۾ ٺڪر ٿالهه،

ٺڪر ٺامي جا ٺوڪرا، ڪٽ جو وٽ، ننڍڙا ٺڪر جي گاڏڙن جا ڦيٿا، هڪ سڄو گول ۽ هڪ چنهبا ٺڪر جا گهوڙا به لڌا ويا آهن. جيتوڻيڪ آخري واري شيءِ جو مقصد سمجهه ۾ نه ٿو اچي پر اهڙا گهوڙا ٿاڻي بولاخان جي آس پاس وارن ٻين ماڳن تان به لڌا ويا آهن. ۽ ماڳ هڙاپا دور سان تعلق رکندڙ لڳي ٿو.
(مجمدار ۱۴۱-۱۴۲-۱۹۸۱) ۽ (فلام ۳۴۷-۱۹۸۱)

## ڍل ٻٺي (Dhal Buthi)

ماڳ 26°04' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°47' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجوده ڍل ڪوٽ ويجهو لڪي جبلن جي اولهه طرف ضلع دادوءَ ۾ واقع آهي.

هن قديم آباديڪاريءَ جا نشان، هڪ ٽڪنڊي جي صورت ۾ موجود آهن. ٽڪنڊي جو اندريون ۾ ننڍو حصو اتر واري پڇڙي آهي. ۽ اتر واري پڇڙي تي ميدان هڪ مخروطي دڙي (Conically Shaped) يا ٻٺيءَ واري صورت اختيار ڪري ٿو.

مجمدار کي اوڀر واري اڌ مان ٻئين جي پوڙهه وارا ٺڪر نظر آيا جڏهن ته فلام کي ٻٺيءَ جي اولهه واري پاسي کان هڪ گولائين ٺڪرائين اڏاوت جا آثار نظر آيا، ۽ هڪ ڏاڪڻ نما رستو جو ڏاکڻين ڪنارن مٿاهين ڏانهن ايندو هجي. ٻٺيءَ جي لاهين ۾ ٻين ٽٻين

جي سطحن جا آثار پڻ نظر اچن ٿا. مجمدار جي راءِ موجب هيءُ علائقو هڙاپا ۾ آمريءَ جو همعصر آهي.
(فليم ۱۹۸۹-۳۰۹)

هتان ليڪنڊز کي شيون هٿ ريت آهن: چٽسالي ٺڪر ٺانو، ٺڪر جا چوڙا، اسٽينڊ تي ڍڪ، ٺڪر ٺانو وغيره.

ڪجهه مخصوص آمري دور جا سنها ٺانو وغيره. لکر جي چوٽيءَ تي ڪٽ جي دور جي عمارتن جا آثار نظر آيا. (مجمدار ۱۹۸۱-۱۲۶)

## ڍلاڻيءَ جو ڪوٽ (Dhillani jo Kot) 2mg

ماڳ جهانگاريءَ کان الڪل سادا ڇهه ڪلوميٽر اتر اوڀر ۾ باران ندي جي ڪپ تي واقع آهي.

هتان، هڪ ڪلوميٽر اونهائيءَ مان مجمدار کي جهڪي وٿون مليون آهن انهن ۾ ڪچيءَ ڪانسواءِ ٺانون جا ٺڪرا وغيره نمايان آهن جي آمريءَ جي اوائلي دور جي ٺانون سان مشابهت رکن ٿا. (فليم ۱۹۸۱-۳۴۸)

## ڏيجيءَ جي ٽڪري (Diji ji Takri)

ماڳ خيرپور ميرس ضلعي ۾ سروي نمبر ۹۵ ديهه چونترو ۾ واقع آهي.

وٽس (Vats) ۱۹۳۸ع ۾ هن ماڳ بابت رپورٽ ڏني: هيءُ ماڳ ڇهن واري پٿري ٽڪر تي آهي ۽

آس پاس واري ميداني علائقي کان الڪل پارنهن ميٽر مٿي آهي ۽ شڪل ۾ چوڪنڊو آهي.
وٽس جي راءِ موجب الڪل چار پنج ٿهه هت موجود آهن. مٿين ٿهه، تان ملندڙ سرون مڪمل هڙاپا دور سان تعلق رکندڙ محسوس ٿين ٿيون جڏهن ته هتان نندڙي سائيز جون سرون به لڌيون ويون آهن. وٽس هتان لينڊڙ ٿانون ۾ هڪ اهڙو ٿانو به دريافت ڪيو جو موهن جي دڙي ۾ نه مليو آهي. ان جو بنياد تراڪڙو ان جي مٿاڇري تي ڳاڙهو، اڇو ۽ چاڪليٽي رنگ هئو. ڪارا پٽا لهرائيندڙ لائينون ۽ وچ تي تارو به چٽيل هئو. ان ڪانسواءِ ساماان سان ڪي شيون اهڙيون به هٿ آيون جن جي پيري هڙاپا دور جون يعني ڪوٽ ڏيجي ۽ واري دور جون جي راجستان جي ڪالي بنگن واري ماڳ تان هٿ آيون هيون.
(فليم ١٩٨١-٢٢٠)

## ڳاڙهو ڀِڙو (Garho Bhiro)

ماڳ '59°24 اتر ويڪرائي ڦاڪ، '34°69 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، لهڙو ڪوٽ جي ڏکڻ طرف، نارا ندي ڍيڄهو تر جي اولهين ڪناري تي ٿرپارڪر ضلعي ۾ موجود آهي.
هن دڙي بابت ليمبرڪ: ١٩٤٦ ۽ ١٩٤٣، مغل ١٩٤٢ ۽ بلوچ ١٩٤٣ ۽ ١٩٤٥ ۾ ذڪر ڪيو آهي.

هتان ليندڙ ٿانون ۽ مهرن مان اندازو لڳايو ويو آهي ته هي ڏڙو ميچوئر هڙاپا دور سان تعلق رکي ٿو.
(فلام ١٩٨١-٢٢١)

هتان ليندڙ ڪن شين جو ڪجهه ذڪر هن ريت آهي. ٺڪر ٿانون جي ڪهن، ٺڪر جا ڪنگڻ، چقمقي پٿر جا ڌار وارا اوزار، لهم قيمتي پٿرن جي چلن، ٽامي جي ڪانئن جا ٽوٽا. توڙي ڪارنيل پر اٺ سوڊنيل ڌاتوءَ جا ننڍا ننڍا ڪٺيا. چشماليءَ وارن ٿانون ۾ ٺڪرن تي جيڪي شڪليون نهيل آهن تن ۾ هڪڙي ڪجيءَ جي ٻن جهڙي آهي. (ليمبرڪ ١٩٨٢-١٤٩)

## غازي شاهه (گاجي شاهه) (Ghazi Shah)

ماڳ '26°27 اتر ويڪرائي ڦاڪ، '67°28 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، لنڊو رحيم خان کان ڏکڻ ڏکڻ اوڀر ڇهن ڪلوميٽرن تي ڀٽ رينج جي پيراندي کان اتر اوڀر، پير غازي شاهه کان ۽ ڪلوميٽر اوڀر طرف واقع آهي. ضلعو دادو آهي.

هتان ليندڙ شين ۾ ڪي قابل ذڪر شيون هن ريت آهن، ڏڪن جون مورتيون، راندڪا، لٽامي جا موتي، عقيق جا ٻوتي، ٺڪر جا چوڙا، پٿر جا اوزار، چانديءَ جي منڍيءَ جا ٽڪر. مجمدار جي کوٽائيءَ موجب هي ماڳ آمريءَ جهڙو آهي. اوائلي آمريءَ جو دور، آمري

۾ هڙاپا جو ڳنڍيل دور ۾ مڪمل هڙاپا دور.
(فليم ١٩٨١-٢٨١)
هتان لڌل ٿانو مخصوص ڳاڙهي ٿي ڪاري چٽسالي وارا آهن. ڪن تي ڍڳي جي مورت آهي. اهڙيون ماڳيون ڍڳي جون مورتون نال (Nal) منجهان به مليون آهن. ان کان سواءِ مور جو استعمال به گهٽ ياگي ٿيل آهي. پر جو پن به جام نظر ٿو اچي. هتان لڌل ۾ رنگا ٿانو جاميٽريڪل نمونن سان آمري جي اوائلي دورن جهڙا آهن. ان سان ڳنڍوڳنڊ موهن جي دڙي جي اوائلي دور سان تعلق رکندڙ ٿانو به لڌا ويا آهن.

غازي شاهه جي اوائلي تهه مان پن قسمن جا ٿانو برآمد ٿيا آهن، جن مان محسوس ٿو ٿئي ته ڪم تي مختلف اثر رهيا آهن. ڪلي ۾ مهي ثقافت جو هڪ نمونو، ڍڳو وڻ سان به هتان برآمد ٿيو آهي.
(مجمدار ١٩٨١-٨٥)

## گورنڊي (غازي شاهه جو ڏل) (Gorandi)

ماڳ 26°27' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۾ 67°29' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، غازي شاهه پير کان ڇهه ڪلوميٽر ڏکڻ طرف، نئنگ کان ٽيرنهن ڪلوميٽر اتر طرف، ضلعي دادوءَ ۾ آهي.
هيءُ هڪڙو ننڍڙو ۽ هموار دڙو آهي. سندس

ڏاکڻي پر ۾ هڪ نبات واري شڪل (Comically-Shaped) جي ٺڪري آهي.

ماڳ جي مٿاڇري تي هڪ مستطيل ديوار جا نشان ڏسڻ ۾ اچن ٿا. مجمدار جي راءِ ۾ نبات جي شڪل وارو دڙو، مسلمانن جي دور جو آهي.

فلم جي راءِ ۾ هي دڙو، مٿاڇري تي پٿر جي پٽ جا نشان آهن، ان جو ئي هڪ حصو آهي. پر اهو ڪڏهن جو آهي، اهو البت هڪ جواب طلب مسئلو آهي. پر آس پاس منجهان لڀندڙ ٽانو آمري دور جا محسوس ٿين ٿا. (فليم ١٩٨١-٢٨٣)

## گورنڊي (Gorandi)

هي ماڳ ڀرين گورنڊيءَ کان اٽڪل پنج سو ميٽر پري آهي. هي دڙو ننڍو آهي ۽ اٽڪل اڍائي ميٽر اوچو.

مجمدار چوائي نمبر سورو علائقو پٿر جي ڪچين ۽ ٽانون سان ڀريل آهي. ۽ هڪ دائمي چشمي جي ڀر ۾ آهي. جوڪو پٽ رهنج مان اوڀر طرف ڏي وهي ٿو. هتان لڀندڙ ٿالهو، هڙاڻا، آمري جهڙا آهن. ٺڪر جو ڍڳو، چوڙا، سپين جا چوڙا، عقيق جو منڪو ۽ هڪو پر جي منڊي وغيره قابل ذڪر آهن. (فليم ١٩٨١-٢٨٤)

## حسن علي (Hasan Ali)

ماڳ 25°00 اتر ويڪرائي ڦاڪ 67°19' ڊگهائي ڦاڪ تي، ڪراچيءَ کان ساڍا پنجٽيهه ڪلوميٽر اتر اوڀر طرف، سپر هاءِ وي تي هڪ اپريل گرائونڊ تي واقع آهي. پنهنجي ميداني علائقي کان لڳ ڀڳ ميٽر مٿاهون آهي. ڀتين جي پيڙهه جا نشان قابل ذڪر آهن. هي دڙو ميچوئر هڙاپا دور جي آبادڪاريءَ جي نشاندهي ڪري ٿو. (قاسم ١٩٨١-٣٤٩)

## هوٽياڻو فلنٽ سائيٽ (Hotiano Flint Site)

ماڳ شاهه ڪوٽڙيو ويجهو ڀڄالي لڳ ويجهو آهي. ماڳ ٽڪر جي چوٽيءَ تي آهي. جت عمارتن جا کنڊر آهن، ۽ انهن جي پيڙهه جا نشان به. اوزار ٺاهڻ وارا ڀوين پٿر هتان لڌا ويا آهن. هتان لينڊز شين جي باري ۾ مجمدار وضاڪري ڊ. سکهيو آهي.
(قاسم ١٩٨١-٣٤١)

## جيري جو ڪلات (Jare jo Kalat)

ماڳ ٻڍڻ ڳاج جي ڪاهي ڪناري تي، ڇتونءَ جي ڪنڊ کان ڏيڍ ڪلوميٽر اولهه طرف ۽ روحل جي ڪنڊ کان اٺ ڪلوميٽر اولهه طرف ضلعي دادوءَ ۾ آهي.
ماڳ هڪ پهاڙي پوئي تي واقع آهي جيڪو لڳن

ڳاج ڪئنال کان اٽڪل ڏهه ميٽر اوچو آهي. هي هڪ تراڪڙو ماڳ آهي. پٿين جا نشان جابجا پکڙيل آهن. هتي جو ڪنارڪو هنر نال (Nal) ۽ آمريءَ سان ڀيٽي سگهجي ٿو. ڪجهه وٿون هڙاپا دور جون به نظر اچن ٿيون.

## جهڪڙ (جهوڪر) (Jbuker)

ماڳ 27°34 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68°07' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، ڳوٺ مئوءَ ديرو لڳ، لاڙڪاڻي کان لڳ ڪلوميٽر اولهه طرف موجود آهي. لاڙڪاڻي کان وارهه طرف ويندي روڊ جي اترين طرف نظر اچي ٿو. تاريخ کان اڳ واري دور ۾ هيءُ ماڳ سنڌوءَ جي ڪناري ڪپ تي واقع هئو.

جهوڪر جا ڪنڊر ٻن حصن ۾ ورهايل آهن. دڙو "A" سترهن فوٽ اوچو آهي ۽ دڙو "B" ٽيهه فوٽ اوچو آهي.

دڙو "بي" نماءَ ۾ گول نظر اچي ٿو، جنهن جي وچ ۾ هڪ وڏي لامي آهي جيڪا ڏسڻ کان ڪليل آهي. ٿي سگهي ٿو اهو شهر پناهه هجي ۽ اهي رستا اندر داخل ٿيڻ جا هجن. اندر هڪ چوڪنڊي عمارت جا ڪنڊر پڻ موجود آهن. آرڊي بئنرجي (١٩-١٩١٨) جي رپورٽ موجب اها عمارت هڪ پراڻي اسٽوپا جي ٿي سگهي ٿي.

بي ڏڙي جي کوٽائي. ڪانپوءِ اتان مختلف پيمائشن جا پنجاهہ ڪمرا برآمد ٿيا، ۽ انهن ڪنڊرن مان مختلف قسمن جون شيون جهڙوڪ تالو، ٽامي جا سڪا، منقش ٺڪرون وغيره بہ لڌيون ويون.

ڪمرا ڪچين سرن سان ٺاهيل هئا. هڪڙو پڪين سرن جو کوهہ بہ آس پاس مان ظاهر ٿيو.

جهڙيڪڙ مان لڀندڙ هنن شين مان تاريخ جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. ڇاڪاڻ تہ اهي تاريخ کان پوءِ واري دور سان تعلق رکندڙ آهن. هتان کوٽائي دوران بہ سو پنجاهہ سڪا هٿ لڳا. ان ڪانسواءِ ڪيترا ڏڙي جي مٿاڇرن تان بہ لڌا ويا. لڀندڙ سڪن مان ڪي ٽامي ۽ گول سڪا آهن. جيڪي ڪشن گهراڻي جي راجا واسديو ۽ ان جي جانشينن طرفان جاري ڪيا ويا هئا. ان ڪانسواءِ اتان ڪيترا گول ۽ مستطيل سڪا پڻ لڌا ويا آهن جيڪي موهن جي ڏڙي واري اسٽوپا جي قريب ڪشن گهراڻي جي زوال واري دور سان واسطو رکندڙ آهن ۽ انهن سڪن تي نظر ايندڙ شاهي شبيهہ تي پهل لباس انهيءَ ڳالهہ جي شهادت ڏئي ٿو.

ان ڪانسواءِ هنن سڪن جهڙا ڪي سڪا پيا تہ ذڪر جي انهن مهرن جي ويجهڙائيءَ ۾ يا انهن سان گڏ مليا، جن تي گپتا دور جي اکرن ۾ ڪجهہ تحرير ٿيل هئو جيڪي شايد پنجين صدي عيسوي صديءَ جي

زماني کان ڪجهه قدامت جا ناهن.

ان ڪانسواءِ جهڪر مان ڪچيءَ مٽيءَ جون مهرون به لڌيون ويون آهن جن تي هڪ مرد جو چانئيءَ تائين بدن ڏيکاريل آهي ۽ انهن مهرن جي سفيد هون لوڪن جي تصديق شده شڪن سان وڏي حد تائين مشابهت آهي. انهن جي مشابهت ”نرڙ تي ڪٽ ڏاهيندڙ ٽڪي، چانئيءَ جي ٻن جي مخصوص وڪڙن، ساڄي هٿ طرف منهن ڪري ڏيکاريل چانئيءَ ۽ ڏاڙهي ڪان صاف صورت ۾ نظر اچي ٿي. ان ڪانسواءِ ڪچيءَ مٽيءَ جي ٻين مهرن تي جهڪي اٽ پيل ٻين اهڙن شڪن سان گڏ لڌيون ويون آهن، انهن کي چوٿين يا پنجين صدي عيسويءَ سان منسوب ڪيو ويو آهي، انهن تي سري-ڪوپري-هترسوا“ جا لفظ اڪريل آهن، يعني ”هترا (سيوا) ڪوپڙيون پائيندڙ جون)“ ۽ انهن لفظن سان اسانکي اها ڳالهه ياد ڏياري وڃي ٿي ته مهراگل شيوا جو پوڄاري هئو.

(مجمدار)

هن قسم جون ساڳيون مهرون اي دڙي جي مٿين سطح مان به لڌيون ويون آهن. ۽ مٿئين تهه مان اندو-ساساني دور جا ٽانو ۽ چٽ به لڌا ويا آهن.

اي دڙي مان ڪي طبق لڌا ويا آهن. ٻيو يا وچون طبق مان ليندڙ عمارتن ۾ استعمال ٿيل پڪيون سرون

موهن جي دڙي ۾ به استعمال ٿيل آهن. هي دور ڪٽ جي دور (Chalco-lithic) جي نمائندگي ڪري ٿو.
وچون ۾ ٿيون طبق به بنا شڪ شبهي جي ڪٽ جي دور جون خاصيتون رکي ٿو ۽ موهن جي دڙي واري ثقافت جي نمائندگي ڪري ٿو.
(مجمدار ۱۹۸۱-۱۱-٦)

فليم جي راه جهوڪر جي باري ۾ هن ريت آهي:
”دڙي اي مان مجمدار کي تاريخ کان اڳ وارا آثار لڌا ويا ۽ ڊاڪٽر رفيق مغل چوائي ته ”بي“ دڙي جي هيٺين تهه ۾ به تاريخ کان اڳ وارا آثار موجود آهن. تاريخ کان اڳ وارن آثارن مان محسوس ٿو ٿئي ته هيءَ آبادڪاري ميچونڊر هڙاپا دور ۾ به هئي ۽ ان کانپوءِ به جنهن کي جهڪڙ واري تهذيب يا وري هڙاپا دور واري تهذيب ڪوٺيو وڃي ٿو.
(فليم ۱۹۸۱-۲۲۲)

۱۰. **ڪشن گهراڻو:** ڪشن قوم چيني قوم هئي. ۱۷۰ ق-م جي لڳ ڀڳ اتان لڏي پلاڻي سڀ کان پهرين باختر کي فتح ڪري پوءِ ڪابل درياهه جي وادي ۾ پوءِ گنڌارا ۾ اچي آباد ٿي. ۽ ٽيڪسلا بجاءِ هنن پشاور کي پنهنجي راڄڌاني بنايو. ڪشنن گنڌارا ۽ سنڌو وادي تي الڪل ۲ سو سال حڪومت ڪئي. هنن جو مشهور حاڪم ”ڪنشڪ“ (۱۰۰ع) ٿي

گذريو آهي. (سبط حسن ١٩٧٧-١٣٥)

٢. گپتا دور: لڳ ڀڳ انهيءَ دور ۾ جڏهن ايراني طاقت جو اتر هندستان ۾ زوال اچي رهيو هئو پاٽلي پتر وارو گپتا گهراڻو، گنگا جي ماٿريءَ ۾ پنهنجو اثر رسوخ وڌائي رهيو هئو. چوٿين عيسوي صديءَ جي وچ ڌاري اهو هندستان جو شهنشاهي گهراڻو بڻجي چڪو هئو. گپتا گهراڻي سنڌو ماٿريءَ کي، پنهنجن علائقن ۾ شامل ڪيو نه ٿو ڏسجي پر ممڪن آهي ته هن ڪجهه سالن تائين اتان جي حڪمرانن کان ڍل وصول ڪئي هجي، پنجين صدي عيسويءَ جي پهرين اڌ ۾، اتر الهندي هندستان ۾ ايراني اثر وري بحال ٿيل نظر اچي ٿو. اها ڳالهه جهڪري مان لڌل ڌڪر جي ٺاهون تي نقشل شڪلين مان نظر اچي ٿي.
(ايمبرڪ ١٩٨٤-٢١٣)

گپتا دور جو باني چندرگپت هئو ۽ برصغير ۾ پهرين ملڪگير حڪومت چندرگپت موريا قائم ڪئي ۽ اشوڪ اعظم سندس پوٽو هئو. چندرگپت، ٽيڪسلا ۾ تعليم حاصل ڪئي هئي، سڪندر اعظم جي سنڌ جي يوناني گورنر، پاڻي ٿان کي ڇاپهمار فوج ذريعي ايترو تنگ ڪيو جو هو ڀڄي ويو. (سبط حسن ٩٧٧-١١٥)

٣. سفيد هوڻ لوڪ: سفيد هوڻ لوڪ شايد "ترڪ" قبيلا هئا (پنوهر جي راءِ ۾ تاتاري هئا.)

(پنوهر ١١٢). سب کان پهرين پنجين صدي عيسويءَ جي پوئين اڌ ۾ هندستان ۾ داخل ٿيا جتان کين سڪندر گپت پڇاڙي ڪئي. سال ٤٦٥ع ڌاري انهن جي هڪ وڏي طاقتور لهر ڪابل ۽ گنڌارا جي ڪشن بادشاهين مٿان چڙهي وئي ۽ ٿورن سالن ۾ سڪندر گپت جي طاقت کي ڏوڙي رکيو. انهيءَ صديءَ جي اختتام کان اڳ هوڻ لوڪن جي سردار، ٿلي تورومن مالوا جي بادشاهه جي حيثيت ۾ پنهنجا قدم ڄمايا. تورومن جو پٽ مهراڳل هو. مهراڳل جي گاديءَ جو هنڌ سيالڪوٽ هو، جنهن کي ساڪالا سڏيو ويندو هو. اها مڪمل ڄاڻ ڪونهي ته آيا، انهن سنڌ کي فتح ڪري پنهنجي سلطنت سان لاڳو ڪيو يا ان کي پنهنجي هڪ باجگذار رياست بڻايو. بهرحال پنجين صديءَ جي آخري حصي يا ڇهين صدي عيسويءَ جي شروع واريءَ انهيءَ طوائف الملوڪيءَ واري دور ۾ سنڌ جي هن بادشاهن جي موجودگيءَ متعلق به ڪي شهادتون موجود ڪونهن ان ڪري ان ۾ سنڌ تي هوڻ لوڪن جي بالادستيءَ جي امڪان کي رد ڪري نه ٿو سگهجي. (ليمبرڪ ١٩٨٤-٢١٦-١١٥)

گنڌارا جو هيو دبستان فن چوٿين ۽ پنجين صديءَ تي محيط آهي. تڏهن وحشي هوڻن جو آتش فشان طوفان آيو ۽ گنڌارا جو علائقو برندڙ چتا بڻجي ويو. انهن شهرن ۽ وستين کي مسمار ڪيو. اسٽوپائن ۾ باهه لڳائي

۾ ڪنڌارا جو فن اهڙو مٺيو جو وري نه اڀري سگهيو. هون لوڪن، وادي سنڌ ۾ وچ هندستان تي اٽڪل ٻه سو سال حڪومت ڪئي. هنن جي دور ۾ هندستان ۾ هندو مذهب جي شروعات ۽ ٻڌ مذهب جو زوال شروع ٿيو. هون لوڪ سج جي پوڄا ڪندا هئا. ان ڪري ڪن سياسي مصلحتن جي ڪري شو مهراج کي اپنائڻ ۾ ڪا ڍڪيائي پيش ڪانه آئي. هنن پنهنجي جهنڊي تي آنندي بيل (ڍڳو) جي شبيهه بنائي جوڪا شو جي علامت آهي. (سبط حسن ١٩٧٧-١٤٦)

## ڪٽ جو دور يا ڪلڪوٿڪ وارو دور
## Chalco-lithic-age

هي هڪ قبرڪهير وارو دور جوڪو عام طور ٤٥٠٠-٣٠٠٠ ق- م تي محيط آهي. هي اهو دور آهي جنهن ۾ ٽامي جو باقاعده استعمال شروع ٿيو.
(ولڪ ١٩٧٧-٨)

هي اهو وچ وارو دور آهي جڏهن پٿر جي دور کانپوءِ ٽامي جو دور شروع ٿيو.

## جڏيرن جو دڙو (Judeir jo Daro)

ماڳ 28°28 اتر ويڪرائي ڦاڪ تي 68°15' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي جهٽ پٽ ۾ ٽيمپل ڊيري ريلوي اسٽيشن تي واقع آهي. ۽ جوڪب آباد سبي روڊ کان

ڏهه ڪلوميٽر اولهه طرف، ٻنگارا لڪن جي ويجهو آهي.

جڏيرن جو دڙو، ڇهن دڙن تي مشتمل آهي. هيءُ دڙو هڙاپا دور سان تعلق رکندڙ آهي. ٻين لفظن ۾ ”سندو لوڪن“ جي آبادڪاريءَ جو مرڪز.

”سندو لوڪن“ جي هيءَ بستي، ڪليل پٽ جي وچ ۾ ٻڌل آهي. ۽ هن جي ڏکڻ طرفن کان ٽڪريون آهن. جتان بارش دوران نديون لهنديون آهن ۽ هيءَ وستي، ٽڪرن تان لهندڙ ندين جي وهندڙ پاڻيءَ مان فائدي وٺڻ لاءِ قائم ڪئي وئي هوندي. اهو چئي نٿو سگهجي (ڇاڪاڻ ته کوٽائي ڪانه ڪئي وئي آهي) ته آيا ”سندو لوڪن“ ئي اها بستي آباد ڪئي يا انهن کان اڳ آمري يا ڪوٽ ڏيجي وانگر ڪي ٻيا لوڪ آت آباد هئا. ۽ جن تي وچي هي ”سندو لوڪ“ مسلط ٿيا؟

بهرحال هتان مڪمل هڙاپا يا سندو تهذيب جا آثار مليا آهن. مکيه دڙي جو ڏاکڻيون حصو صنعتي حيثيت جي نشاندهي ڪري ٿو. هتان ڪيترا تيز ڳاڙهي رنگ وارا ٿانو، سانچا، لڪندا ڪيڪ وغيره لڌا ويا آهن. ان کانسواءِ شڪر جا چوڙا، جانورن جون مورتون، سپون، ڪنڀارڪو سامان، ننڍڙا رانديڪا، چقمقي اوزار پڻ هتان لڌا ويا آهن. هتان ليٿدڙ ”برساتي ٿانو“ (Wet wares) کوٽيتا ۽ ڪجهي طرز جا آهن جي هن ڳالهه جي نشاندهي ڪن ٿا ته هت ڪا ٻي ثقافت به آباد هئي

جا ڪوڏائيءَ منجهان ظاهر ٿي سگهي ٿي. هتان لڌيندڙ چار چقمقي پٿر، روهڙيءَ جي خاڪي رنگ جي ٽڪرن جان، البت سنڌ ڪوهستان منجهان لڌيندڙ ڪوڙها پورا آهن. ۽ جڏهن جو ڏڙو منجهان ٻه طرفا چقمقي بليڊ جهڙڪي مخصوص منڇر ۽ هڙاپا سان تعلق رکندڙ آهن، اهي به نه نڪتا آهن.

(فايم ١٩٨١-٢٥٣) ۽ (لمبرڪ ١٩٨٤-٤-٥)

## جانگارا (Jhangara)

جوهيءَ کان سيوهڻ ويندي جهنگارا ڳوٺ کان اٽڪل ٻه ميل پري ڏکڻ طرف، ڳوٺ پيراري کان هڪدم ڏکڻ اولهه تي هي ڏڙا موجود آهن. ڏڙا اٽڪل سترهن فوٽ اوچا آهن.

جيئن ته پوک ٿيل آهي ان ڪري گهڻو علائقو ڪوڏائيءَ هيٺ به نه اچي سگهيو آهي.

بهرحال ڏڙن تي ڇن جي ٺڪر وارين ڪچيون، بي ترتيب چقمقي پٿر، خاڪي ٺڪرائون، جابجا نظر اچي ٿو. ٺڪر سادا آهن انهن تي چٽسالي ڪيل نه آهي ۽ نه وري انهن جو آمري يا سنڌوءَ سان ڪو تعلق نظر اچي ٿو.

هتان لڌيندڙ ٺانون ۾، ڪاري رنگ وارن اڪرڻ ٺانون جي گهڻائي نظر اچي ٿي. جن تي آلائڻ تي آڪر ڪيل آهي ۽ پوءِ سڪايا ويا آهن. ڪاري رنگ جا

ٿانو سنڌ ۾ پنهنجي نوعيت جا آهن البت ڪي نمونا موهن جي دڙي جي اسٽوپا وٽان به لڌا ويا آهن. البت اهڙن ٿانون ڪي بنگلور (هندستان) پرسان لڌل هڪ اوائلي لوهه واري دور جي ٿانون سان پيٽي سگهجي ٿو. ڪي پيالا، ڪاري رنگ ۽ اڪر سان (Danubian Civilization)* سان ملندڙ جلندڙ آهي. هي ماڳ ڪنهن جي دور سان تعلق رکي ٿو. جهارڪارا ملندڙ ٿانون ۾ نمونن جي گهڻائي ۾ صفائي نظر نه ٿي اچي. پينٽ ٿيل ٿانو هلڪي ڳاڙهي رنگ جا آهن، جن تي چاڪليٽي هلڪي ڳاڙهي يا هلڪي ڦڪي رنگ سان چٽ چٽيل آهن.

هتان ٽامي جي هڪ چيٽي ۽ هڪ آر به لڌي وئي آهي. ان ڪانسواءِ انساني مٽي جو هڏو ۽ جانورن جهڙوڪ ٻڪرين وغيره جا هڏا به لڌا ويا آهن.

(مجمدار ۱۹۸۱-۶۸ ۶۷)

---

*Donubian Civilization: وچ اوڀر يورپ جي هيءَ تهذيب (ثقافت) هلڪن پهلن وارن علائقن ۾ ملي ٿي. هتان جا اوزار، پٿر جا هر وغيره اناج جي پوک جي نشاندهي ڪن ٿا. ان ڪانسواءِ جانورن ڪي پالڻ وغيره جا اهڃاڻ به نظر اچن ٿا. ٿانو صاف سٿرا آهن جن ۾ اڪر جو ڪم ڪيل آهي. هن ثقافت جو انداز دور ۲۲۰۰-۲۷۰۰ ق-م وارو آهي. (ڊيوڊ ڊيوس ۱۹۷۲-۶۵)

## ڪڇهو ٻٺي (Kachahho Buthi)

هيءُ ماڳ دادوءَ لڳ ونجهو، ڀڪراڻ کان اڍائي ڪلوميٽر ڏکڻ اوڀر تي موجود آهي. مجمدار جي وضاحت موجب هڪ جاءِ جت ميدان الاڪل هڪ ميٽر اوچو آهي اتي پيڙهه جا نشان موجود آهن. ۽ جابجا ٺڪرات به ٻکڙيل آهي. (مجمدار ١٩٨١-١٢٩)

## ڪائي ٻٺي (Kai Bathi)

هيءُ ماڳ 26°20' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°36' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، ڪائي ڳوٺ ونجهو، ڪائي مائنريءَ جي ڏکڻ اولهه حصي واقع آهي. ڪائي ٻٺي، ٻن نمايان حصن تي مشتمل آهي هڪ ٻٺي جيڪا مخروطي دڙي جي صورت ۾ آهي ۽ ٻيون ان جي دامن ۾ هيٺاهون ڳوٺ. ليمبرڪ جي خيال ۾ ٻٺيءَ تي ڪوهتراش جدان ڏي هڪ ڪوٽ اڏيل آهي ۽ ياڻنجي تو ته ان دور جا ماڻهو مصيبت وقت اتي وڃي پناهه وٺندا هئا. هتي ٺڪار (Chalco-lithic) واري دور جي ٺڪرات به عام جام نظر اچي ٿي. فليم چوائي هتي جو ڪنڀارڪو هنر آمري دور سان تعلق رکندڙ آهي.
(ليمبرڪ ١٩٨٢-١٠٠)-(فليم ١٩٨١-٢٩٢)

## کنڊر ڀٽ (Khander Bhit)

هيءُ ماڳ سکر ضلعي جي ميرپور ماٿيلي تعلقي ۾ ڪهي ڪمنجي ۽ بازار لنڊ جي وچ ۾ هڪ ڀٽ تي

واقع آهي. هن ماڳ بابت ليمبرڪ ۱۹۶۲ ۾ پنهنجي رپورٽ ڏني. هن جي اوپر ۾ تلوجو وارو ڍورو آهي، جو ليمبرڪ جي خيال ۾ قديم هاڪڙا ۾ شارا ندي* جو پيٽ هئو. هي ماڳ هڪ هيڪٽر ۾ پکڙيل آهي. هتان ليندڙ چقمقي پرت، ڪوپر جا ٽڪر، پٿر جا مڻيا، ميچوئر هڙاپا دور سان ڳانڍاپي جي نشاندهي ڪن ٿا.
(فليم ۱۹۸۱-۲۲۳)

*ليمبرڪ جي مضمون جو نالو، ڪوسو دڙو ۾ ڏسو.

## (Kandhi Wahi Bathi) ڪانڌي واهي ٻٺي

ڪانڌي واهي دراجنڪ ۽ ننگ جي وچ تي، ننگ نئن ماتري جي اولهه طرف، ڪيرٿر جبل جي هيٺان هڪ متاهين ماثر تي، آمري دور جي هڪ وستي آهي. ليمبرڪ جي چوڻ موجب "هت جا پٿرن ڳالهه ڏيان ڇڪرائي ٿي سا آهي، هڪڙي ننڍي پر نمايان مرڪزي رهائشي ايراضي جا هڪ قدرتي ماٿر تي بيٺل دڙي تي آهي. سڄي ايراضي پکڙيل مٽيءَ جي ڏڌڙ ۽ ٽڪرن جي پور سان ڳاڙهي ٿي پئي آهي. سمجهجي ٿو ته هت ڳوٺ جي چڪي مٽيءَ ۽ سنڌس گهرن جا گهر هوندا. چوڌاري ميل ۾ مختلف طرفن ۾ اڪيلي گهرن يا گهرن جي ميڙن جا نشان آهن، جي ڪاڙي ڪاچي ۽ پاڻي جي ويا آهن. اتان وڌجهو ٽڪر ٽي، ٽوڙو مٽي هڪڙي ويڪري چپ تي چقمقي پٿر ڪٽي پيچ جو

هنڌ آهي. اوزار پڪ ئي پڪ اتان جا هوندا.
(ليمبرڪ ١٩٨٢-٩٩)

## ڪرهيو ڀنڊاري (Karahio Bhandari)

هي ماڳ بدين ضلعي ۾ بدين کان ڏکڻ اولهه ۾ ٻارنهن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع آهي. ١٩٧٣ع ۾ هن بابت بلوچ رپورٽ ڏني آهي. تاريخ کان اڳ هي ماڳ نارا نديءَ جي ساڄي ڪپ تي هوندو. هتان لڀندڙ ٺانون مان محسوس ٿو ٿئي ته ماڳ ميچونٽر هڙاپا دور سان تعلق رکندو هوندو.* (فليم ١٩٨١-٢٢٤)

## ڪرنڊ جي ڀٽ (Karand je Bhit)

ماڳ ديهه نمبر ٿي جمڙائو، نوابشاهه ريگستان جي ڪناري تي آباد آهي. هتان لڀندڙ شين مان اندازو آهي ٿئي ٿو ته ماڳ شايد ميچونٽر هڙاپا دور سان تعلق رکندڙ آهي.

## ڪرچات (Karchat)

ماڳ، 25°45' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۾ 67°74' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، ڪرچات ڳوٺ، ويجهو، کيرٿر ۽ ڪمبرو جبلن جي وچ ۾ ڪنبڪ جبلن جي اتر ۾ آهي.

---

* ڊاڪٽر نبي بخش جي ڪتاب جا نالا، ماڳ "ڪونج سر" ۾ نظر ايندا.

هي دڙو سڪ نئن جي ساڄي ڪپ تي اڍائي ڪلوميٽر پرتي آهي. هن دڙي جي آس پاس ڪي چشما وهن ٿا. جنهن ڪري آبپاشي نظام سٺو آهي.

هن دڙي کي مڪاني ماڻهو ”معصوم جو ٻني“ جي نالي سان به سڏين ٿا. مٿاڇري تي ”ڪاربون ڪڪريون“ جابجا پکڙيل آهن جي ضرور عمارتن جي پيڙهه ۾ استعمال ٿينديون هونديون. هت ٺهيل عمارتن جي بنياد ۾ هڪ پيلي رنگ جو وارياسو پٿر به استعمال ٿيل آهي. هتان لينڊز شين ۾، ڪاري تي ڳاڙهي چٽسالي وارا ٿانو، ٺڪر جي ڪمڪن جا ٽڪر، چقمقي پرد جي هتان جي مڪاني پٿر مان به ٺهيل آهن جن جو رنگ ناسي آهي. ان کانسواءِ روهڙي ٽڪرن جا اڇڙا خاڪي به شامل آهن.

هتان مختلف قسمن جا مڻڪا به لڌا ويا آهن، جي (Chalcedony) لاجورد ۽ اسٽيٽائيٽ (Steatite) ۽ ٺڪر جا آهن.

هتي جي چٽسالي ۽ رنگ نهايت سهڻا آهن. چٽن ۾ ڪجيءَ جا وڻ، جابلو ٻڪر، اکين جهڙا نمونا، پکين جا مٿا قابل ذڪر آهن جي ”شاهه جو ڪوٽڙو“ مان مليل سامان ۽ ڏکڻ بلوچستان جي نمونن سان ملندڙ جلندڙ آهي.

هيءَ وسندي ”سنڌو تهذيب“ يعني مڪمل هڙاپا

۾ ڪٽ جي دور سان تعلق رکندڙ آهي.
(مجمدار ١٩٨١-١٣٠)
فليم جي خيال ۾ هتان لڌندڙ ڪي نمونا ڏکڻ بلوچستان جي روايتي هنر سان تعلق رکن ٿا جي آمري دور جا همعصر آهن ۽ جن مان لڳي ٿو ته دت ميچونڙ هڙاپا کان اڳ به ڪا آبادي موجود هئي.
(فليم ١٩٨١-٣٢٣)

## ڪجور (Khajur)

ماڳ '25°42 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ '67°47 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ڪرچاٽ کان نو ڪلوميٽر ڏکڻ اوڀر طرف، ڪيلرو جبلن جي ڏکڻ اوڀر پچڙيءَ تي واقع آهي. ماڳ تي پٿرن جي بيڙهين جا نشان موجود آهن ان کانسواءِ ڪارا پٿر ۽ ڪڪريون (Black Shingles) جي ڪوهستاني علائقي جي بيڙهين ۾ استعمال ٿيندا هئا، جابجا موجود آهن.
هتان لڌندڙ ٿانون ۾ سادي ڳچيءَ وارن باسڻن جا ٽڪر عام جام آهن. چٽسالي به رنگي آهي. چقمقي پرد هتان عام جام ملن ٿا. هتان لڌندڙ چقمقي پردن جي پچڙي گولائين آهي. رنگن ۾ ڳاڙهڙو نامي، هلڪو ڦڪو ۽ ڪارو رنگ ٿانون تي نظر اچي ٿو. ٽڪر جو ٻه ڪندو مٽڪو جيڪو اڪر سان آهي اهو به لڌو ويو آهي. (مجمدار ١٩٨١-١٣٥)

قاسم جي راءِ موجب ماڳ جو ڏاکڻيون اولهون حصو پٿر جو صنعتي علائقو نظر اچي ٿو، جاڪاڻ ته اتي ٿانون جي ڪمي ۽ پٿر جي اوزارن جي گهڻائي نظر اچي ٿي. هتان لينڊز ٿانو، آمري تمدن جي نمائندگي ڪن ٿا.

## ۸. کوسو دڙو (Khoso Daro)

هي ماڳ ضلع سکر ۾ ميرپور ماٿيلي تعلقي ۾ 25°44' اتر ويڪرائي ڦاڪ، 69°35' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، پور پاڪڙو کان اڍائي ڪلوميٽر اولهه طرف کهي ڪينجهي جي ڍنڍ اوڀر ۾ آهي.

هتان لينڊز، شين ۾ ٿامي جي پن، چقمقي پٿر، ڏڪر جا ٿانو قابل ذڪر آهن. ۱۹۴۶ ۾ ليمبرڪ هن ماڳ بابت پنهنجي رپورٽ هن ڪتاب ۾ ڏني:

Amateur Excursions in Archaealogy No. III Eastern Sind. 1943-1946.

Journal of the Sind Historical Society VIII (1):

ماڳ موهن جو دڙو هڙاپا دور سان تعلق رکندڙ آهي. (نادم ۱۹۸۱-۲۲۶)

## ڪوهتراش (Kohrash)

ماڳ 25°42' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°38' ڊگهائي ڦاڪ تي، ڪرچات کان ڏهه ڪلوميٽر اتر اولهه طرف ان اونائون پيچري لڳ، جيڪو هارب جو ٿاڻو کان ٽونگ ڏي وڃي ٿو، ان تي واقع آهي.

هيءَ جاءِ باران نئن جي اتر طرف هڪ تراڪڙي زمين مان ٻاهر نظر ايندڙ ٽڪر تي موجود آهي.

هي ٽڪريءَ جي آچولي جهڙا کنڊرن سان ڀريل آهي سا اتر طرف پنجاويهه فوٽ اوچي آهي جڏهن ته ڏاکڻين طرف لاهي آهي جا ميداني علائقي کان ڏهه فوٽ مٿي ختم ٿئي ٿي ۽ ٽونگ واري رستي سان وڃي ملي ٿي. اولهه، اوڀر ۽ اتر کان ٽڪريءَ تي چڙهڻ ڪافي ڏکيو آهي. ڏکڻ طرف چاڙهيءَ تي هڪ وڏي ڀت آهي ۽ ان ڪانپوءِ هڪ ٻيو وڏو شاهي ڪوٽ آهي جيڪو ڀت جو متبادل آهي. ٻئي ڀتين سان ٺهيل آهن ۽ اها ڀت، ڪوٽ ڪاريگريءَ جو وڏو ڪمال آهي. پهرين نظر ۾ ڪا خاص ڏيکاري ڪانه ٿي ڏئي البت اندرين منهن منجهان سڄو نظارو واضح ٿئي ٿو. هن جي ڏکڻ اوڀر هڪ ڏيڍي ۽ چئن تمام ٿلهن برجن جا نشان پڻ موجود آهن جنهن ۾ داخل ٿيڻ کانپوءِ هڪ ماڻهو پاڻ کي وڏي کنڊر ۾ بيٺل محسوس ڪري ٿو. انهيءَ کنڊر ۾ اسانکي ڪوٽرن مختلف نمونن جي ڪمرن جا نشان به نظر اچن ٿا جيڪي گروهن جي

صورت ۾ ڪنڊيل به ته هڪٻئي کان جدا جدا به.

ڪنڊرن جو وڏو حصو هڪ جابلو ٽڪري سان ٺهيل حصن ۾ ورهايل آهي جيڪو اتر کان ڏکڻ طرف وڃي ٿو انهن جي ٽڪري پاسي گهرن جون قطارون موجود آهن. آڪٽنڊ (ڪورٽ يارڊ) وچون اينڊي پهاڙيءَ جي اوچائي پنجاڻوي فوٽن کان هيٺ ٿي چوهٺ فوٽن تائين رهي ٿي. ۽ ان جي اتر طرف ڪولائيءَ منجهان ڪمرا ۽ ننڍڙا گهر ۽ هڪڙي کهڙي نجا آڪٽنڊ طرف وڃي ٿي ظاهر ٿيا آهن.

ڏيڊيءَ جي وچهو هڪ غسلخانو به ظاهر ٿيو آهي ڪوهتراش ٻنيءَ جا گهر پهڻ سان ٺاهيا ويا آهن. اگرچه ماڳ ڪٿ واري دور سان تعلق رکندڙ آهي پر ڪنڊرن مان مخصوص ٿئي ٿو ته آهي ڪي عام آبادڪاري سان تعلق نه ٿا رکن. وڏي پٽ، ڪوٽ جو گمان ڏئي ٿي جا بچاءَ ۽ حفاظت لاءِ ڪڙي ڪئي وئي هوندي.

پهاڙيءَ تي بيهي ڪانپوه ڏسڻ ۾ اينڊو ته ٻنيءَ جي اوله طرف ڪيرٿر جبلن جي قطار آهي. ۽ ٽوٽنڪ طرف وينڊي وڏا وڏا خال به آهن جن ڪي پهڻ جي پٿرن سان پربو ويو آهي. انهن مان سڀ کان اهم پٽ ٽوٽلڪ روڊ جي ٻير ۾ آهي جا چار سو فوٽ ڊگهي لمبه کان پنجٽيهه فوٽ ويڪري ۽ ويهه فوٽ اوچي آهي. شايد بلوچستان مان ايندڙ دشمنن کان بچاءَ لاءِ

ڪُري ڪئي وئي هجي. هن پٽ جي اوپر طرف پڻ ڪنڊر آهن جيڪي ڪوهتراش ٻڌيءَ جي اڏاوتن جهان پهرين سان ٺهيل آهن ۽ چقمقي پٿر، ٽانون جا ٽڪر، ڪوهتراش ٻڌيءَ جي باقيات سان ملندڙ جلندڙ لڌا ويا آهن.

البت هڪ مسئلو هت پاڻيءَ جو ضرور هوندو. ٿي سگهي ٿو ته هتان جا رهاڪو هترادو تلاءَ ڏاهيندا هجن جي بارش جي پڻي يا باران جي پوڻ جي پاڻيءَ سان ڀرجي ويندا هجن. ڪوهتراش ٻڌيءَ جي پيراندڙيءَ ڪان ٻه ڏکڻ پهاڙي پٿرن جا نشان آهن ۽ اهڙا ٻيا نشان به جابجا موجود آهن. ٿي سگهي ٿو اهي تلائن جا هجن يا وري دشمن ڪان بچاءَ لاءِ بچاءَ بندن جا.

(مجمدار ١٩٨١- ١٣٤)

فليم جي وضاحت ماڳ جي سلسلي ۾ هن ريت آهي. "ڪوهتراش ڏي ڏکڻ ڏي ويندي هڪ پٽ آهي جا هن وقت هڪ ڪلوميٽر اوچي آهي ۽ ان ڪان اندر جهڪا ٻي پٽ آهي سا هن وقت ٽي چار ميٽر اوچي آهي. ۽ ٻيءَ پٽ اندر سچ اچ وسنديءَ ڏي وڃڻ لاءِ رستو آهي.

ٻاهرين پٽ U شڪل ۾، پهڙ يا ڏيڍي ڪي اوله، ڏکڻ ۽ اوپر ڪان بچاءَ واري ڪنهل آهي. ننهي پٿين ۾ ٽيهن ميٽرن جو مفاصلو آهي. ڪيمپ مان داخل ٿيندي هڪ ڏهن ميٽرن جي ڪهڙي آهي جا اتر طرف اچا به

ٿورو لاهي ۾ ٿي هيٺ ناٺمن اچي ٿي". مجمدار جي راءِ موجب ماڳ آمري دور سان تعلق رکندڙ آهي.

فليم چوالي ته مجمدار جيڪي ست شيون اتان گڏيون انهن مان ۾ ڪالي بنگن (راجستان هندستان جي هڪ تهذيب جا هڙاپا ڪان ۾ سو ڪلوميٽر ڏکڻ اوڀر ۾ ڪوٽ ڏيجي ۾ ڪان چار سو اسي ڪلوميٽر اتر اوڀر - اوڀر طرف) ۾ جليل پور (ڏکڻ پنجاب پاڪستان) سان ماندڙ جلندڙ آهن.

ان ڪانسواءِ هتان جا ٺانو، ٺامو جي کوجنا موجب ڊاڪٽر رفيق مغل جي ڪوٽ ڏيجي ۾ سان ڪيتل ٺانون جهڙا آهن. (فليم ١٩٨١-٣٣٣-٣٣٢)

## ڪونج سر (Koonjsar)

ماڳ ضلعي بدين ۾، شهر بدين کان اٽڪل چاليهه ڪلوميٽر ڏکڻ طرف واقع آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ماڳ جو ذڪر هيٺين ڪتابن ۾ ڪيو آهي. ماڳ هڙاپا دور سان تعلق ڏيکاري ٿو، ڪتاب هي آهن:

(1) "In search of the Indus Culture sites in Sind". Bulletin of the Institute of Sindhology III (2 & 3: 11-33, 1973.

(2) "A Few Harappan sites explored in Sind"

In proceedings of International Symposium on Moen jo Daro 1973. Ahmed Nab iKhan pp-125-147. Karachi: National Book Foundation.

(قاسم ١٩٨١ع-٢٢)

## (Kot Diji) ڪوٽ ڏيجي

هيءُ ماڳ '27°21 اتر ويڪرائي ڦاڪ، '68°42 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ڪوٽ ڏيجيءَ جي ويجهو، خيرپور ميرس کان چوويهه ڪلوميٽر ڏکڻ طرف واقع آهي.

هي ماڳ ١٩٣٥ع ۾ ڊاڪٽر گهريا ڳولي لڌو ۽ هن ماڳ جي اهميت ١٩٥٥ ۽ ١٩٥٧ع ۾ واضح ٿي جڏهن ڊاڪٽر ايف. اي خان هن جي کوٽائي ڪرائي.

ڪوٽ ڏيجيءَ بابت پاڪستان آرڪيالاجي نمبر ٥ ١٩٦٨ع ۾ صفحي ٤٢ کان ٤٦ تي مواد نظر اچي ٿو.

ڪوٽ ڏيجيءَ جي کوٽائيءَ مان اسان کي هڪ اهڙي ثقافت جا اهڃاڻ مليا آهن جا سنڌو ماٿر جي سڀيتا کان ڪي سو سال قديم هئي ۽ انهيءَ ثقافت کي ماهرن ”پري هڙاپا“ يا ”ڪوٽ ڏيجيءَ واري ثقافت“ جو نالو ڏنو آهي.

١٩٤٦ع ۾ سر مارٽيمر ويلر کي هڙاپا جي کوٽائي دوران، هڙاپا جي ڪوٽ هيٺان هڪ انوکي قسم

جون شيون هٿ آيون هيون جيڪي هڙاپا واري ثقافت کان الڳ قسم جون هيون. ۽ ڏهن سالن کانپوءِ ڪوٽ ڏيجيءَ جي کوٽائيءَ مان معلوم ٿيو ته اهي هٿ آيل شيون ”ڪوٽ ڏيجيءَ واري ثقافت“ يا ”پري هڙاپا“ ثقافت سان تعلق رکندڙ هيون.

سنڌو ماٿر جي موهن جي دڙي ۽ هڙاپا وارن لوڪن کيتريون شيون، ڪوٽ ڏيجيءَ وارن لوڪن کان سکيون.

ماڳ ٻن حصن تي مشتمل آهي. هڪ کوٽائون شهر جيڪو شايد حڪمران طبقي جي رهائش گاهه هئو ۽ ٻيو ٻاهريون شهر جنهن ۾ شايد ڪمي ڪاسبي رهندا هئا.

## ڪوٽ ڏيجيءَ مان ظاهر ٿيل هڙاپا دور واري ثقافت جا اهڃاڻ

هتان وسيع عمارتن جا اهڃاڻ مليا آهن جن جي پيڙهه پٿرن جي آهي، جڏهن ته مٿين اڏاوت ۾ ڪچيون سرون ڪم آيل آهن. ٿانيون گاري سان ليپيل آهن جيڪي ڪانن سان ٺهيل آهن. هتان ليندڙ ٿانو چڪ تي ٺهيل ۽ ٻاهه ۾ پڪل ۽ ٿلهي تر سان آهن جن تي گهري ڳاڙهي، چمڪدار روشن فتول چٽيل آهن. ان ڪانسواءِ انهن ٿانون تي مخصوص هڙاپا طرز جا نمونا ڪاري رنگ ۾ چٽيل آهن. نمونن ۾ ”پپر جو پن“ ”مڇيءَ جا ڇلر“ ”سج“ وغيره عام جام نظر اچن ٿا.

ڪوٽ ڏيجيءَ مان هڙاپا واري نه، منجهان مهرون ۽ ٺڪر جون جانورن ۽ انسانن جون مورتون گهٽ لڌيون ويون آهن.

هتان (Unicorn) مهر هڪ، ٺڪر جون زناڻيون ۽ ٻارنهن ڏبي جون مورتون هٿ آيون آهن.

جڏهن ته ڏانوءَ ۽ کهاڙي، ٻيزا، چيٽيون ۽ بنگار جا چوڙا لڌا ويا آهن. ان ڪانسواءِ مارنگ پڻ لڌا ويا آهن جي تي شايد هو رڌ پچاءُ ڪندا هوندا.

ڪوٽ -ڏيجيءَ مان لڌل ڪوٽ ڏيجيءَ واري ثقافت جا امڄاڻ طبق چوٿين کان وٺي سورهين تائين لڌا ويا آهن. جڏهن ته هن کان مٿي ٽين اي طبق کان چوڏهين تائين تباهه ٿيل ثقافت جا آثار آهن. سمجهه ۾ وڃي ٿو ته شايد ڪوٽ ڏيجيءَ وارن لوڪن کي ٻاهرين يعني هڙاپا لوڪن اچي تباهه ڪيو. ڪوٽ ڏيجيءَ وارو ڪنڀارڪو هنر، هڙاپا دور کان مختلف آهي. هن جون نمايان خصوصيتون هن ريت آهن. * هنن ٿانون جي مٿي چڪيءَ طرح گهوميل آهي. ٿانو سنهڙي تري سان آهن ڪچيون ٺورڙيون مڙيل آهن. ڪريم ڪلر يا هلڪي ڳاڙهي تر تي ڳاڙهي پوري ڦڪي ۽ ڪارڙي رنگ سان پٽيون ڏنل آهن جيڪي هڪ کان ٻي انچ ويڪريون آهن. نمونا ۽ چٽ نهايت ڪاريگري ۽ مهارت سان ٺاهيا ويا آهن. ڪوٽ ڏيجيءَ جي اوائلي دور وارا ٿانو ايترا آڇا نه هئا. يعني آهستي آهستي

انهن اوسر جا مختلف مرحلا طئي ڪيا. ابتدائي ٿانو ڪچين ڪانسوا هئا ۽ اهڙي ريت چٽن جي نمونن ۾ به واڌارو آيو. ”اکين جا نمونا“ گول، لڪندا، مڇيءَ جا چلر، سورج مکي وغيره جا نمونا چٽن ۾ استعمال ٿيل آهن.

مجهيو وچين تہ ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ پهرين آبادڪاري ۲۹۰۰ ق-م ڌاري ٿي هئي. هي ماڻهون ڪٿان آيا هئا، ان باهت البت ڪجهہ وثوق سان چئي نہ ٿو سگهجي. البت اهڙي قسم جا ٿانو هڙاپا، پوٺ، ليڪسيلا مري ڪوهلا مان لڌا ويا آهن.

سنڌن ڪچين سرن وارا ڪوٽ نمايان اهميت رکن ٿا. گهر پٿر جي پيڙهہ تي ڪچين سرن سان اڏيل آهن.

ڪوٽ ڏيجيءَ وارن جا ڪي نمونا هڙاپا وارن بہ اختيار ڪيا. جهڙوڪ: چلر، ڙگ ڙنگ پپر جا پن.

ان ڪانسوا هڙاپا وارن ڪوٽن جو نمونو ۽ ڪي ٿانو جهڙوڪ پليٽون بہ ڪوٽ ڏيجيءَ وارن کان سکيون.
(خان ۱۹٦۸-٣٦-٤١)

## لکيو (پير لاکو) (Lakhiyo)

ماڳ 26°31' اتر ويڪرائي ڦاڪ 67°35' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ضلع دادوءَ ۾ آهي. شاهہ حسن ڳوٺ کان نو ڪلوميٽر اتر ڏکڻ طرف. جڏهن تہ چندن واهہ يا اولهہ نارا ڪئنال جوهي برانچ کان ٽي ڪلوميٽر اولهہ

طرف واقع آهي. (ڏاهر ١٩٨١-٢٣١)
هن ماڳ جي کوٽائي مجمدار ڪرائي. هن ڪنڊون
ٻن ڪلوميٽرن تائين کوٽرايون ويون. هتان لپنڊڙ ڪي
اهم شيون هن ريت آهن. ڳاڙهي تر تي ڪاري چٽن
سان ٿانو. ٺڪر جون ماتا ديوي ۽ ڍڳي جون مورتون،
ٺڪر جا ڪنگڻ، موتي، رانديڪا. هڪ چورس ماپ
لاءِ رت. چقمقي پرد، استيٽائيٽ موتي.
هتان سادي قسم جا ٿانو جن تي چٽسائي ٺهل نه
آهي، اهي به لڌا ويا آهن. (مجمدار ١٩٨٤-٦٨)
هتان لڌل ماتا ديوي جهڙيون مورتون ڪلي ۽
ميهي تمدن جي به خاصيت آهن. هن تمدن جو مکيه
علائقو جهالاوان جي ڏکڻ اولهه ۽ مڪران جي اوپر
۾ آهي. ليمبرڪ (١٩٨٢-١٠٤)
ڏڪل ٥٠٠ ق-م سنڌ ۾ لکيو پير ۾ خاڪي
چٽسائيءَ جو ڪم شروع ٿيو. (پنوهر ١٩٨٤-٦٤)

## لوهري (Lohri)

هيءَ ماڳ به منڇر ڍنڍ جي آس پاس آهي.
شاهه حسن کان سادا ڇهه ڪلوميٽر اتر طرف ضلعي
دادوءَ ۾ واقع آهي.
هي دڙو آس پاس واري ميداني علائقي کان اٽڪل
هڪ ميٽر مٿاهون آهي ۽ مجمدار ٻه ميٽر مٿاڇري کان
هيٺ کوٽائي ڪرائي، پر پاڻي نڪرڻ سبب اها اڌ ۾

رهجي وئي.

هتان ليندڙ ٿانون مان ٽي دور نظر آيا. هڪ آمريءَ وارو دور، ٻيو ڪُلي دور آمري ۽ هڙاپا وارو ۽ ٽيون آخري هڙاپا وارو دور.

ڪوٽڏيجيءَ کان اڳ مجمدار کي ماڳ تان ڪاٺڙهن ٿانون جي ٽڪراٽ نظر آئي ان ڪانسواءِ اهم ڳالهہ جا مجمدار محسوس ڪئي اها هئي تہ ميدان تي مستطيل ۽ چورس ڪمرن جا نشان اهڙيءَ طرح چٽيل هئا جڻ ڪنهن ڪمرن جي رٿابنديءَ لاءِ نشان لڳايا هجن ۽ پوءِ انهن ”چوڪورن“ ۽ ”مستطيل“ اشارن سان گڏوگڏ ڪوٽڏيجي شروع ڪئي وئي. ۽ اهڙي طرح انيڙن چمبرس جي اڏاوت جا بنياد نظر آيا. ۽ ڪي ٽي ڏينهن ٻن مختلف طبقن (Strate) جا اڏاوتي آثار نظر آيا جيڪي هڪ ٻئي مٿان ٺهيل هئا ۽ آخر ۾ ٽيون تهہ بہ ظاهر ٿيو.

پهرين ۾ واريءَ جي پٿر جا وڏا وڏا بلاڪ استعمال ٿيل آهن. هڪڙي تہ مان هڪ گهر نسبتاً چڱيءَ حالت ۾ نظر آيو جوڪو چئن ڪمرن، ٻن ڪوٺين ۽ هڪ ورانڊي تي مشتمل هئو.

ٻالي سر ۽ ٻوڏن جي ڪري نہ رکو آثار ميٽجي ويا آهن پر ٿانون تي ٺهيل چٽسالي بہ ميمارجي وئي آهي. بهرحال هتان هٿ آيل وٿن مان ڪي هن ريت آهن:

پنج ٽڪر جا مٽڪا ڄجن تي اڪر ڪيل آهي.
ٻن جانورن جون مورتون آهن. ٽامي جي زيور جو ٽڪر،
چقمقي پٿر ۽ ڪوڏر. ٽڪن پردن جا ڪنارا ڏاڍي
سهڻي نموني ۾ ڪٽيل آهن. ان ڪانسواءِ هڪ پترڪو
ٻڻ هٿ آيو آهي، جيڪو شايد ننڍين شين جي پيهڻ
وغيره لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو.
ٿانون جو رنگ ڦڪو ڳاڙهو يا هلڪو ڳاڙهو آهي.
ٿانون جو تر سنهڙو آهي. مٿاڇري چٽساليءَ لاءِ ڳاڙهو
ناسي ۽ چاڪليٽي رنگ استعمال ڪيل آهن. جڏهن ته
زمين لاءِ پيلو رنگ استعمال ٿيل آهي.
(مجمدار ۱۹۸۴-٦٢-٦٦)

## ليلان جي ماڙي (Lalan ji Mari)

هي ماڳ مولا ۽ ڦوسي لڪن جي وچ ۾ ڪينجي
ان تي، ڪيرٿر جي ٻاهرين قطار تي واقع آهي. هي
ماڳ هڪ چشمي جي ويجهو آهي. ليمبرڪ هن ماڳ
کي هڪاندي واهي ٻنيءَ سان ملائي ٿو ۽ سندس وضاحت
موجب ماڳ آمري ۽ هڙاپا دورن سان تعلق رکندڙ
هي. (فلام ۱۹۸۱-۲۵۸)

## لکمير جي ماڙي (Lakhmir ji Mari)

هي ماڳ ننگ ضلعي دادوءَ جي ويجهو آهي. ۽
پٽ کان اٽڪل ست فوٽ اتاهين آهي. مٿاڇري تي

وڏين ڳنڍل ڪاڏل اوسارين جا نشان آهن، جن جي چوڌاري پٿرن جا ڍڳ آهن. ته جا ماڻهو هن ماڙيءَ کي آڳاٽي زماني جي سردارن جا محلاتي ڪوٽ سڏن ٿا. جڏهن ته لڪريءَ جي پاڙ ۾ هڪ ٽڪري جي پاسي ۾ پهريدارن، خادمن جي ڪوٺين ۽ جاين جا آثار نظر اچن ٿا. هي ماڳ هڙاپا دور سان تعلق رکندڙ نظر اچي ٿو. هت ايندڙ ٿانون ۾ ڳاڙهي تي ڪاري چٽسالي وارا ٿانو، چقمقي پٿرن وارا اوزار (پرد) وغيره پڻ هٿ آيا آهن.

(مجمدار ١٩٨٤-٨٨) (لمبرڪ ١٩٨٢-١٠١)

## ليمي جو دڙو (Lime jo Daro)

هي ماڳ ڳڙهي خيرو ويجهو واقع آهي. ڪڇي ميدان جي هيٺاهين حصي ۾ سنڌ هالو ۽ سنڌو ندي ڪورس ويجهو آهي.

هي دڙو ڪي.اين ڊڪشٽ ڳولي لڌو. هتان هٿ ايندڙ وٿن مان اندازو لڳائي ٿو ته ماڳ هڙاپا دور سان تعلق رکندڙ آهي.

ان ڪانسواءِ هن دڙي کي ليمو جوڻيجو به ڪوٺي ٿو.

١٩٧٦ ۾ ڊاڪٽر لوئيس فليم کوٽ ليمو جوڻيجو جي پر واري دڙي جي چڪاس ڪئي پر ڪيس هتان ڪابه اڪتاريخي شيءِ ڪانه هٿ آئي. سندس راءِ ۾

ٿي سگهي ٿو ته اهو مونجهارو نالي جي پٺيان سببان ٿيو هجي.

## لوهم جو دڙو (Lohum jo Daro)

ماڳ 26°58' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°49' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي. پيارو ڳوٺ اسٽيشن کان ٣٠٠ ميٽر اتر طرف، دادو ضلعي ۾ واقع آهي. لوهم جو دڙو هڪ پراڻي دريائي وهڪري تي آهي.

مجمدار هن دڙي جي کوٽائي ڪرائي ۽ کوٽائيءَ مان ٻه دور ظاهر ٿيا. موهن جي دڙي يعني هڙاپا وارو دور ۽ ان کان پوءِ وارو دور جهڪو جهڪر دور ٿو ڪوٺجي.

ليمبرڪ جي راءِ ۾ موهن جو دڙو کي تباهه ڪندڙ حملهه آور مان ڪري موهن جو دڙو ۾ نه وينا ڇاڪاڻ ات شايد کين پوکي راهيءَ جا آثار نظر نه آيا هوندا. سندن زندگيءَ جو نيم طرز خانه بدوشيءَ وارو هئو. ان ڪري هو جهڪر، لوهم جي دڙي ۽ چانهو دڙي ۾ آباد ٿي وينا هوندا.

هتان لڌندڙ اوائلي ٿانو ٿلهي مادي مان ٺهيل آهن ۽ سندن مٽي چڱي طرح ڳوهي، چڱي طرح کين پچايو ويو آهي جو انهن جو رنگ، ڳوڙهو ڳاڙهو ٿي ويو آهي. مٽيءَ ۾ واري ٻن گڏائي وئي آهي. رنگن ۾ ڳاڙهو هٿ هٿي ان مٿان ڪاري رنگ سان چٽ چٽيا ويا

آهن. نمونن ۾ جاميٽريءَ جا نمونا، اڌنڌڙ ٻڪي، ٻوٽا، ٻير جا پن، ڦٽيءَ جهڙيون شاخون وغيره آهن.

جڏهن ته پوءِ وارا ٿانوَ جهڪي جهڪڙ يا جهوڪر دور سان تعلق رکندڙ آهن اهي جيئن چڱيءَ طرح پڪل نه آهن ان ڪري ڏسڻ ۾ ڪي قدر بي ڍولا ٿين آهن. ۽ انهيءَ مٽيءَ ۾ واريءَ جي گهڻائي آهي ۽ ان مٽيءَ کي سٺي طرح ڳوهيو پڻ نه ويو آهي. ٿانون جي تر تي ڦڪو ۽ هلڪو ڳاڙهو هٿ هنيو ويو آهي ۽ ان مٿان ڪاري ۽ چاڪليٽي رنگ ۾ چٽ چٽيا ويا آهن. پوئين دور جي نمونن ۾ وري اڳين وارا نمونا ۽ ٻيا جياميٽريءَ جا نمونا نمايان آهن.

ان ڪانسواءِ ٻنهي تهن سان ڍڪڻ جون مورتون پڻ لڌيون ويون آهن جهڙڪي ٺڪر جون ٺهيل آهن. ان ڪانسواءِ ٺڪر جا چوڙا، رانديڪا پڻ لڌا ويا آهن.

لوهه جي دڙي مان لڌل ڪي ٻيون شيون هي آهن: عقيق ۽ اسٽيٽائيٽ جا منڪا ۽ موتي، هڪ سائي رنگ جو منڪو، هڪ ٽور جو وٽ جهڙو چوڪنڊو آهي ۽ هڪ نيم قيمتي پٿر مان ٺاهيل آهي. ان ڪانسواءِ ٽامي جو چاقو، ريزر، نيزو وغيره. پهڻن جا ڌار وارا اوزار (ڪوئر ۽ ٻرڊ) موهن جي دڙي جون مهرون وغيره. (مجمدار ١٩٨٤-٥٢-٥٠ د)

## لنڊي ٻٺي (Lundi Buthi)

هي ماڳ ٺٽنگ ٻٺن جي ساڄي ڪپ تي (اوڀرن طرف) ٻڌو رينج ويجهو، ٺٽنگ ڳوٺ کان ڏکڻ اوڀر ۾ ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. ۽ ليمبرڪ هن ماڳ بابت هن طرح لکي ٿو ته "ماڳ ٺٽنگ کان سول کن ڏکڻ اوڀر ۾ آهي ۽ ان جي اصلوڪي بناوت ڪافي چٽي آهي. اهو مخروطي دڙو، هڪ ٻٺي مٿان ٺن پٿرائين پٿرن يا ٿلهن سان ورڪوڙيل آهي. چوٽيءَ تي ماڙيءَ جا نشان اٿس ان مان لڳي ٿو ته ان تي ڪو ڪوٺ نه پر ميسوپوٽيما جي اهرام صورت عبادت گهر جهڙي ڪا جاءِ هئي. لنڊي ٻٺيءَ کان هيٺ جيڪو ٺڪر جو ويڪرو چٽڙو ٺڪر آهي سو رهائشي ايراضي لڳي ٿو چو.ته اهو ٻهڻ، ٺڪرائن ٻگل ٺانوڻ ۽ چقمقي پٿر جي ڏڪيل ٺڪرن سان ، اصل ڪارو لڳو پيو آهي. مڪاني عقيدو آهي ته لنڊي ٻٺيءَ جون پٿرون بچاءَ لاءِ ڪنيون ويون هونديون. (ليمبرڪ ١٩٨٢-١٠١)

## لنڊي ڏوڙهي (Lundi Thori)

هي ماڳ ميرپور ماٿيلو ضلع سکر ۾ بازار لنڊ ۾ ڪهي ڪنجيءَ جي وچ تي آهي. ليمبرڪ جي ذڪر موجب اتي ڪهيون پٿون آهن جن تي اڳتاريخي شيون جابجا پکڙيل آهن. انهن پٿن ۾ لنڊي ڏوڙهي

سڀ کان اوچي آهي. هتان لڌل شين جو به ڪو خاص ذڪر نه ٿيل ناهي. ماڳ هڙاپا دور سان تعلق رکندڙ آهي. (ڦادم ١٩٨١-٢٣٤)

## لال ڇتو (Lal Chhatto)

هي ماڳ منڇر ڍنڍ جي پسگردائي ۾ ترڪڙي کان هڪ ميل جي مفاصلي تي پير لال ڇتي جي ٽالي سان منسوب آهي. هن ماڳ بابت ليمبرڪ هن طرح لکي ٿو ته ”مجمدار ڏٺو ته لال ڇتي جو دڙو ٨ ڊسمبر تي منڇر جي متاچري کان رڳو ٨ فوٽ مٿي هئو. پير مشتاق جي اوچائي به گهٽ وڌ اهتري ئي هئي. آبڪلاڻيءَ ۾ انهن ماڳن جو وڏو حصو پاڻيءَ هيٺ اچي ويندو هوندو ۽ روهندو ۽ مادي بت ته سڄي جا سڄا ٻڏي ويندا هوندا. مجمدار هڪ ٻئي دلچسپ امڪان ڏانهن به اشارو ڪري ٿو، اهو هي ته متان تاريخ کان اڳ جي زماني ۾ لال ڇتو ۽ مشتاق اهڙا ڳوٺ هجن جن جون پونگيون منڇر ڍنڍ جي هاڙوڪن مهاڻن جي مڏن جهان ڪاٺ جي ٻندن تي پاڻيءَ جي متاچري کان مٿڀرون بيٺل هجن. ان نظريي جو هڪڙو آڌار هي به آهي ته مجمدار کي انهن هنڌن جي کوٽائي ڪرائيندي، اڏاوت جي عام سامان، سرن يا پٿرن جا ڪي به اهڃاڻ نه مليا هئا ۽ ٺڪر جا ٿانو ٽوڙي گهر جا ٻيا ٽٽڙ ڀڳڙ به لڄي لٽ جي تهن مان کوٽائي ڪڍيا هئائون. اها

ڪنڀالھ، ڏيسان جوڳي آھي ته لال چٽي ۽ مشتاق جي ڀيتاون ماڳن تان ھڪ قسم جا ذڪر- ٿانو ھٿ آيا آھن جي ٿلھي ليکي جھڪر ۽ لوھم جي دڙن مان لڌل ٿانون جا سن آھن. ڀوبان ۽ٽي دڙا، ڪوليائي ڪرائمنڊز صاحب جي خيال ۾ سنڌو سڀيتا جي آخري دور سان واسطو رکندڙ آھن. (ليمبرڪ ١٩٨٢-١٣٨)

## مليري لانڊي (Maliri Landi)

ھي ماڳ 25°59' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°47' اڀر ڊگھائي ڦاڪ تي ملوري لانڊيءَ ويجھو ڏيل جي ڏکڻ کان ڏھ ڪلوميٽرن تي ڏيرو جبلن جي اتر اولھ ڀرانديءَ وٽ واقع آھي.

ملوري لانڊيءَ ويجھو ھڪ چشمو ڏيرو جبلن کان نڪري ٿو ۽ ملير نئن ۾ چوڙ ڪري ٿو.

مجمدار کي ھي علائقو اتفاقيہ ھٿ آيو. ان ڪري ھن جي آس پاس جي چڱيءَ طرح کوجنا نہ ٿي سگھي آھي ۽ نہ وري لينڊز شھن جي باري ۾ ڪا ڪٿ ٿي سگھي آھي. (فليم ١٩٨١-٢٣٢)

## ممڙو (Mumrao)

ممڙي تعلقي روھڙيءَ کان ڪي ٽي ميل اوڀر ۾ ھڪڙيءَ واھيءَ وٽ ٽيڙ نالي ھڪ ماڳ آھي. ھي ماڳ سنڌوءَ نور جو آھي. ھن جي ڀکھڙ اڪڙ کن

ٺهنديون. هن جو مٿاڇرو پڻ ڪيترن ئي وڻن سان ڀريل آهي. هن ۾ چقمقي پٿر جا ڌار وارا اوزار ۽ ٺڪر جا ٺڪر ٽانو به اچي وڃن ٿا. کوٽائي ۾ هڪ جاءِ جي پڪسري پٽ به لڌي وئي.

مٽيءَ جي ويجهو ئي وڏيون اتانهيون اڀراضيون ٺڪرن سان ڇانيل آهن. هتان جهونا واهڙ ۽ هاڪڙي جون شاخون، جي سيج منجهه، پري پري لڪري ويون آهن. ڪڏهن وڏيڪ ناري جي سوڙهي ماڙيءَ ۾ ڏانهن وڌڻ شروع ڪن ٿيون.

مٿين سنڌ ۾ سنڌوءَ جي اوڀر طرف هڪ ٻيو ماڳ آهي جو روهڙيءَ کان اڍائي ميل ڪن ڏکڻ اوڀر طرف آهي. ۽ هڪ صدي اڳ لارا واهه جي کوٽائيءَ ڪندي زمين جي مٿاڇري کان ڏهه ٻارنهن فوٽ هيٺان نڪتو هئو. ان جي اوڀرڪ گهرن جا بنياد پڪسرا هئا. اهي گهر الڪل پنج وال ڊگهي مفاصلي تي ڦهليل هئا. هڪڙو ويڪرو کوهه به هئو، جنهن کي کوٽي ڏٺو ويو ته ٻيا ٻارنهن فوٽ اونهو نڪتو. هڪڙي اوساري سان پٽ به لڌي وئي ۽ ڪجهه جهڙين شين ٺڪر جا ٽانو، وڏي تعداد ۾ ٻارن جا ٺڪر جا رانديڪا ۽ پٿر جا تور-وٽ به هٿ آيا. ماڳ سنڌو دور سان تعلق رکندڙ محسوس ٿئي ٿو. (ليمبرڪ ۱۹۸۲-۱۴۷)

## مرکان (Markhan)

بدين ضلعي ۾ اٽڪل پندرنهن ڪلوميٽر، ڏکڻ-ڏکڻ اوڀر طرف آهي. هتان لڀندڙ شين مان لڳي ٿو ته ماڳ سنڌو تمدن يا هڙاپا دور سان تعلق رکندڙ آهن. (فاڪم ١٩٨١-٢٣٦)

## مشاق (Mashak)

هي ماڳ شاهه حسن کان اٽڪل ڏيڍ ڪلوميٽر ڏکڻ اوڀر، منڇر ڍنڍ جي اولهه واري ڪناري تي دادو ضلعي ۾ موجود آهي. هڙاپا دور سان تعلق رکندڙ آهي. مجمدار جو ذکر هن ماڳ بابت هن ريت آهي. ”پير لال چتو جوان، مشاق جي چوگرد پڻ پاڻي هئو. ۽ هيءُ ماڳ به ان ساڳي اوچائيءَ تي هئو. جيئن ته پاڻي ترا ڪڙو هئو ان ڪري پيڙي، دڙي ڏانهن پهچي نه پئي سگهي، سو ان گندي پاڻيءَ مان اسان کي لنگهڻو پيو. جيئن ته دڙي متان جهنگ هئو ان ڪري ان جي جاچ پڙتال پڻ ڏکري پئي محسوس ٿي. لال چتو جوان هيٺ به پٿرن جو هڪ ڍڳ موجود هئو. جنهن لاءِ ٻڌايو ويو ته هتي به پير دفن آهي. بهرحال ات هڪ جاهه اهڙي نظر آئي جا ڳاڙهي ٺڪرات سان پربل هئي ۽ ان جي وچ ۾ ڳولا ڪانپوهه لنگر ٿانو به نظر آيا. ان ڪانسواهه ٺڪر جا چوڙا، چقمقي پٿر جا ڌار وارا

اوزار، ڪچھ، مٽيءَ جا ٺڪا جنهن مان لڳو ٿو ته ماڳ ڪنهن واري دور سان تعلق رکندڙ آهي.“
(مجمدار ۱۹۸۴-۶۱)

## (Merujh) ميروجھ

ميرپور ساڪري تعلقي ۾ ضلع ٺٽو ۾ ڪهي ڪينجهر جي ڏکڻ اوڀر طرف هي ماڳ آهي. هتان لينڊڙ شين ۾ چقمقي پٿر، ٿانون وغيره مان خبر پوي ٿي ته ماڳ اڳتاريخي دور سان تعلق رکندڙ آهي. ليمبرڪ ۱۹۴۶ ۾ ماڳ بابت ذڪر ڪيو. (سر فاير ۱۹۸۱-۴۳۸)

## (Mohen jo Daro) موهن جو دڙو

ماڳ '19°27 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۾ '07°68 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. ڪراچيءَ کان اٽڪل ۴۰۰ ڪلوميٽر اتر طرف سنڌوءَ جي ساڄي ڪپ تي آهي.

۱۹۲۲ع ۾ سر جان مارشل هن جي کوٽائي ڪرائي. ان ڪانپوءِ مئنرجي وٽس، ڊڪشٽ، مئڪي، هارگريوز، صديقي ۽ سر مارٽمر ويلر وغيره پڻ هتي ڪم ڪيو.

موهن جو دڙو بابت محمد ادريس صديقي پنهنجي ڪتاب سنڌو ماٿر جي سڀيتا ۾ هي احوال ڏني ٿو. ”موهن جو دڙو اتر سنڌ جي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڪراچي

ڪوئيٽا ريلوي لائين تي ڏوڪري اسٽيشن کان ڇهه ميل پري آهي. هن بستيءَ ۾ ڇهه ست محلا هئا. هرهڪ محلو اتر ڏکڻ ١٢٠٠ ۽ اوڀر اولهه ٨٠٠ فوٽ ايراضيءَ ۾ پکڙيل هئو. انهن محلن کي ڪشادا رستا هڪ ٻئي کان الڳ ڪندا هئا.

هينئر اهي ڪنڊر ٻن وڏن حصن ۾ يعني مٿيون شهر ۽ هيٺيون شهر ۾ ورهايل آهن. مٿيون شهر هڪ بيضوي شڪل جي دڙي تي قديم آباديءَ جي اولهه واريءَ ڪنڊ جي منهن وٽ آهي. انهيءَ ۾ اسٽوپا، هڪ وڏو حوض، مدرسو، ۽ ٿنڀن وارو حال گهڻو مشهور آهن. جڏهن ته هيٺئين شهر ۾ رهڻ جون جايون، دوڪان، ڪشادا رستا ۽ ڳليون آهن. شهر جو هي حصو ايڇ- آر- ايريا. ان جي کوٽائي ڪرڻ واري مسٽر هارگريوز جي نالي پويان، وي- ايس- ايريا. ماڌو سروپ وٽس جي نالي پويان ۽ ٽيون ڊي- ڪي- ايريا، مسٽر ڪي- اين- ڊڪشٽ جي نالن پويان ڪوٺيا وڃن ٿا.

### اسٽوپا

هي اسٽوپا تاريخ کان پوءِ واري دور سان تعلق رکندڙ آهي. ۽ هن جي عمارت سنڌو ماٿريءَ جي قديم عمارتن جي سرن ۽ گاري وغيره مان تيار ڪيل آهي. ڏکڻ پاسي جتي هن جو بنياد ڏسڻ ۾ اچي ٿو، اهو صاف نظر اچي ٿو ته ان جي تعمير سنڌو ماٿريءَ جي

قديم عمارتن جي بنيادن تي مٿان بيهاريل آهي.

اسٽوپا زمين جي سطح کان ستر فوٽ مٿي آهي. ان جو گنبذ ڪري پيو آهي ۽ سندس ڍانچي جو باقي اڌ حصو وچ ۾ بچيو آهي جو عمارت جي بنياد کان اٺ فوٽ چار انچ مٿاهين چبوتري تي قائم آهي. انهيءَ ڍانچي جو قطر ۳۳ فوٽ ۽ ڇهه انچ آهي. اهو اندران خالي ۽ پورو آهي. ڪنهن زماني ۾ ڪنهن شخص هيرن جواهرن جي تلاش ۾ ان جي اندران چوڏهن فوٽ اونهي کڏ کوٽي هئي ۽ شايد انهيءَ شخص کي اتان سنگ جراحت جو ٺهيل هڪ خاڪدان مليو هئو، جنهن کي بيڪار ڄاڻي، ان جا ٽڪر هن اتي ئي اڇلائي ڇڏيا هئا، جي پوءِ آثار قديمه جي محڪمي طرفان کوٽائي ڪندڙن کي مليا. هتان ئي ڪنول جي گل آسڻ تي ويٺل مهاتما ٻڌ جي پٿر جي مورتيءَ جا ٻه ڪجهه ٽڪرا مليا هئا.

وهار جي چوطرف هڪ ويڪرو پڌر آهي ان جي پاسي کان ڀڪشن جي رهڻ لاءِ ڀڪسرا حجرا ٺهيل آهن. انهن حجرن مان چوڪنڊا سڪا به لڌا ويا. اهي سڪا ڪشان دور جي راجا واسديو (۱۵۶-۱۷۳ع) جي زماني جا آهن ۽ شايد اهي سنڌ ۾ ئي ٺاهيا ويا آهن جو ته جهڪر ۽ موهن جي دڙي ڪانسواءِ اهڙا سڪا برصغير هند-پاڪ ۾ ٻئي هنڌان نه لڌا ويا آهن.

## وڏو حوض

هي حوض سنڌو تهذيب جي وچ واري دور جي عمارت جي نشاندهي ڪري ٿو.

اسٽوپا جي اتر اوڀر واريءَ ڪنڊ کان هيٺ آهي. اسٽوپا ۽ حوض جي وچ ۾ هڪ گهٽي آهي، جنهن کي ”شاهراهه الهابه“ چون ٿا. هن جو نقشو تمام سادو آهي. مستطيل شڪل جو آهي ۳۹ فوٽ ڊگهه ۽ ۲۳ فوٽ ويڪرو آهي. منجهس اندر لهڻ لاءِ اتر ۽ ڏکڻ کان ڏاڪا ٺهيل آهن. حوض ۾ پاڻيءَ جي نڪال جو پوريءَ طرح ۽ باقاعده انتظام هئو. هڪ زير زمين نالي ان جي ڏکڻ اولهه واري ڪنڊ ۾ واقع آهي جنهن جي اوچائي تقريبا ڇهه فوٽ ڇهه انچ آهي. حوض جي چئن پاسن کان ورانڊو آهي. ورانڊي جي اتر ڏکڻ ۽ اوڀر پاسي مختلف ڪمرا ۽ دالان آهن. ڏکڻ واريءَ ڊگهيءَ گئلريءَ جي ٻنهي پاسن وارا ۽ اوڀر پاسي وارا ڪمرا ننڍا آهن. انهن ڪمرن جي وچ واري ڪمري ۾، جنهن کي ڪمرو نمبر سورهن چون ٿا، هڪ کوهه آهي. جنهن تي پڪي پڪهه تعمير ڪئي وئي آهي. اندازو ڪيو ويو آهي ته انهيءَ کوهه جي پاڻيءَ سان حوض ڀريو ويندو هئو. پر ٿي سگهي ٿو ته حوض جي ڀرڻ لاءِ ٻين کوهن جو پاڻي به استعمال ڪيو ويندو هجي.

حوض جو پاڻي هڪ ويڪريءَ وڏاوڙي ناليءَ رستي ٻاهر ڪڍيو ويندو هئو. ڪمري نمبر ۱۹ مان

هڪ ڏاڪڻ مٿي وڃي ٿي ۽ مٿين منزل جي پاليءَ
هيٺ آڏي وارين نالين جا پٿين ٿي اچا سوڙو نشان بيٺا
آهن. انهيءَ مان ظاهر ٿئي ٿو ته اها عمارت ٻه ماڙ
هئي. حوض جي تاهڻ ۾ ڪافي محنت کان ڪم ورتو
ويو آهي. سرون چلي چڱيءَ طرح مصالحو لڳائي،
جوڙيون ويون آهن.

پوسل ۽ پاڻيءَ کان بچڻ لاءِ فرش هيٺان هڪ انچ
ٿلهو پلستر وڇايو ويو آهي.

وڏي حوض جي ڏاڪڻي پاسي، ٿورو پريان ۾ ٻوٽ
ويڪري گليءَ جي ٻنهي پاسن کان ساڍا نو فوٽ ڊگها
۽ پارنهن فوٽ ويڪرا. اٺ غسلخانا ٺهيل آهن. انهن
جا فرش وڏيءَ خبرداريءَ شان مضبوط ٺاهيا ويا آهن.
انهن غسلخانن جي ٺاهڻ ۾ پرده داريءَ جو خاص خيال
رکيو ويو آهي. هر غسلخاني ۾ مٿي وڃڻ لاءِ هڪ
ڏاڪڻ آهي. سمجهيو وڃي ٿو ته هي غسلخانا خاص
خاص ماڻهن جهڙوڪ پنڊت ۽ پوڄارين لاءِ هوندا. ٿي
سگهي ٿو ته پروهت مٿين ماڙ تي رهندا هجن. موهن
جي دڙي ۾ گهڻو ڪري هر وڏي جاءِ ۾ غسلخانا
موجود آهن.

جامعو:-

ذڪر ڪيل غسلخانن ۽ اسٽوپا جي وچ ۾ هڪ
تمام وڏي عمارت آهي جا وڏي حوض جي عمارت

ڪان وڌيڪ وڏي ۽ ويڪري آهي. جنهن جي ڊيگهه ٢٣٥ فوٽ ست انچ ۽ ويڪر ٧٨ فوٽ پندرنهن انچ آهي، انهيءَ جو وڏو در اوله پاسي هو. خيال ٿو ڪجي ته هي يا ته ڪنهن وڏي پنڊت جو گهر هو يا ڪنهن پروهت جو يا ته ڪو وڏو پاٽ شالو هوندو. پٿرن جي ڍلهاڻ ۽ ڪمرن جي گهاٽائيءَ مان اندازو ٿو ٿئي ته هي عمارت ٻه يا ٽي ماڙ هوندي. وڏي در مان اچڻ ڪانپوءِ هڪ هال آهي جو ٢٣ فوٽ ڊگهو چار فوٽ چار انچ ويڪرو آهي. ان جي ڪابي پاسي کان هڪ ويڪري در ڪانپوءِ هڪ اڱڻ آهي جنهن کي چئني طرفن پٿرون آهن. انهن جي چئني پاسن ڪانپوءِ وري گهاٽائي ڪمرا آهن جي شايد پاڻشالي جي پرنسپال جي رهائش جا هوندا. هال جي ساڄي پاسي کان ٻه ڪئيون آهن. هڪ ننڍي اڱڻ طرف ٿي وڃي جنهنجي چئن ئي پاسن کان وري ننڍا ننڍا ٻه ماڙ ڪمرا آهن. انهيءَ پاسي ڪيترا ٻيا ٻه اڱڻ ۽ ڪمرا آهن جي شايد شاگردن لاءِ هجن. مٿين ماڙ تي وڃڻ لاءِ ٻه ڏاڪڻيون آهن. سمجهيو وڃي ٿو ته پروهت جي اچ وڃ لاءِ ڏاڪڻ ۽ اوله پاسي در هوندا.

**هيٺون شهر:-**

اسٿوپا واري ايراضيءَ کان هڪ رستو ڏکڻ اوڀر طرف وڃي ٿو، جو ٿورونئي پري وڃي، اوڀر طرف مڙي، اوڀر واريءَ وڏيءَ سڙڪ سان ملي ٿو. اوڀر

واري وڏي سڙڪ ڪوٽڙيءَ واري علائقي کي ٻن حصن ۾ ورهائي ٿي. سڙڪ جي ڏکڻ پاسي اٺ ايڪڙ آر ايراضي آهي ۽ اتر طرف وري ايس ايراضي آهي. اوڀر واريءَ وڏي سڙڪ کي ڀرندڙ وڏي سڙڪ گوني ڪئنڊ کي ڪاٽي ٿي ۽ وڃي ايس ۾ وري ايس ۾ اٺ ايڪڙ آر ايراضين کي ٻن حصن ۾ ورهائيندي ڏي. ڪي ايراضيءَ تائين وڃي ٿي. انهن علائقن ۾ هزارين گهر، تمام گهٽيون گهٽيون ۽ بيشمار کوهه آهي. اٺ ايڪڙ - آر ايراضيءَ جي گهر نمبر اٺين جي بناوت ڏاڍي دلچسپ آهي. هيءَ هڪ وچولي درجي جو گهر آهي ۽ موهن جي دڙي جي وچين دور جي اڏاوت آهي. ۽ هڪ متاهين گهٽيءَ تي واقع آهي. هن گهر جي اوچائي ٨٥ فوٽ ۽ ويڪر ٩٧ فوٽ آهي. هن جون ڀتيون پٿرون چار پنج فوٽ ٿلهيون ۽ ٻاهرين پاسي کان مخروطي آهن، انهيءَ جو وڏو در ڀرپاسائين ڏهه فوٽ ويڪرو هئو، ٻر پوءِ ان جي ٻر واري ڪنڊ ۾ هڪ ننڍو ڳاهيو ويو هئو، جنهن ڪري در جي ويڪر ڇهه ست فوٽ ۽ ڇهه انچ باقي بچيل آهي. وڏي در ۾ داخل ٿيندي وقت ٻه گذيل مٽيءَ سان پلستر ڪيل اوله واريءَ پٽ جو ٽڪرو ڏسبو جنهن جي ٽمٽن اڃا ٻيٺل آهي. در جي ٺيڪ سامهون تورو ٻرٻان هڪ ننڍو ڪمرو آهي، جنهن جو در ٻاهر واري وڏي دروازي کي آمهون سامهون آهي. ان جي اندر ساڄي هٿ تي ٣٢ چورس فوٽ اڳڻ آهي، جو

سرن جو ٺهيل آهي. فرش جي پاسي کان اتر کان اوله، زمين جي اندر هڪ نالي آهي، جنهن جي اتر واريءَ کنڊ سان مٿين ماڙ جو مينهن پاڻي آڻيندڙ نالي اچي ملي ٿي. ۽ عجب جي ڳالهه جو الهيءَ ناليءَ جو پاڻي ڳليءَ جي ڪنهن ناليءَ ۾ نه پر اڳين ۾ پوربل هڪ مٽيءَ جي متڪ ۾ وڃي پوندو هئو. اڱڻ جي چئني پاسن کان ڪمرا آهن. ڏکڻ اوڀر واري پاسي جي ڪمري ۾، جنهن کي ڪمرو نمبر ڇهه، ڇيو وڃي ٿو هڪ کوهه آهي. پرسان واري ڪمري جي وچينءَ پٽ ۾ هڪ کليل دري آهي. جنهن مان پاڻيءَ جو تازو هڪ پاسي کان ٻئي پاسي اچي وڃي سگهي ٿو. هيٺين طبقي جا سيئي ڪمرا گهڻو ڪري سامان رکڻ ۽ بورچيخاني وغيره جي ڪم ايندا هوندا. مٿين ماڙ جا ڪمرا جن ۾ ٻهڳن لاءِ ڏاکڻ ٺهيل آهي، سمهڻ ۽ آرام وغيره ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندا هوندا. پهرين وڏيءَ سڙڪ جي ٻئي پاسي بيضوي شڪل جو هڪ ٻڌو آهي. هي سٺ فوٽ ڊگهو آهي ۽ پنج فوٽ ويڪرو آهي ۽ ان جو منهن، جو ڏکڻ طرف آهي، تنهن جي ويڪر ٽيرنهن انچ آهي. ايچ. آرا ايراضيءَ جي اندر ۾ اوڀر واري سڙڪ آهي جنهنجي ورې ٻئي پاسي کان وي- ايس ايراضي آهي. هن سڙڪ جي ڪناري کان فرش تي پڪسرا گول ٿالهه جي شڪل جا ٽڪرا ٺهيل آهن. جن تي V شڪل جون سرون جڙيل آهن. هي سرن جا ٿالهه، موهن جي

دڙي جي انهن مٿين رکيل رلهه ٺهرايا ويا هئا، جن جا تر چنهبائتا هوندا هئا. ڪن جو خيال آهي ته هي ڪو ميخانو هو ۽ ڪن جو چوڻ آهي ته هي ڪا سبيل هئي. ان جي پرسان هڪ ڪوهه آهي. انهيءَ ۾ به وي شڪل جون سرون ڪم آنديون آهن ۽ سرن جي اوساري نهايت مضبوطيءَ سان ڪيل آهي. ڪوهه جي ڪهاٽ تي گهڻي وقت تائين پاڻيءَ ڇڪڻ ڪري، رسن جي رگڙ جا نشان اڄ به موجود آهن.

وي ۽ اهڙن ايراضيءَ جي اتر ۾ پريان ڏي ڪي ايراضي آهي. هي علائقو شايد هتان جي امورن جي بستي هئي. هن جي تعمير ٽن جدا جدا دورن ۾ ٿي شروع، وچون ۽ آخري. عجب جهڙي ڳالهه جو اهڙن جڏهن شروع واري زماني جي تعمير جي آخري دور جي تعميرات سان ڀيٽ ڪريون ٿا ته خبر پوي ٿي ته شروعاتي تعميري فن درجي بدرجي پڪڙيندو پئي ويو آهي. هن ايراضيءَ ۾ تمام گهٽيون ڪشاديون، وڏيون ۽ ڦيڪريون جايون آهن. هتي متاهين سطح کان الڪل پنجتيهن فوٽن تائين کوٽائي ڪيل آهي. هتي تمام اوچيون پٿريون ۽ ڪليون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. هن علائقي ۾ بيشمار کوهه آهن، جن جي چٽني پاسن جي مٿي کوٽائي ڪندي ڪيڏي ويئي آهي ۽ هيٺئر اهي زمين کان ٻاهر ڪارخانن جي چمنين وانگر بيٺا نظر اچن ٿا.“

(صديقي ۱۹۷۹-۴۵-۴۷)

# نئنگ لکمير جي ماڙي
# (Naing Lakhmir ji Mari)

لکمير جي ماڙي '26°97 اتر ويڪراڻي ڦاڪ '67°31 ڊگهائي ڦاڪ تي نئنگ ڳوٺ جي ڏاکڻين طرف پٽ جبل جي پيراندي ۾ ڪان نئنگ نئن جي ڪاهي (اولهه) پاسي آهي.

هن جو احوال اکوات راڇي چڪو آهي. مجمدار جي راءِ ۾ ماڳ هڙاپا يا سنڌو ۾ دور سان تعلق رکندڙ آهي. چاڪاڻ تہ ڪيس انسان آسري واري تمدن جا ثانو لڌا. (فليم ١٩٨١-٢٨٦)

## (Naing Gar Jabal) نئنگ غار جبل

هي ماڳ '26°18 اتر ويڪراڻي، ۽ '67°31 اوير ڊگهائي ڦاڪ تي، نئنگ ڳوٺ جي اتر تي واقع آهي. هتان ليندڙ ثانون جو نمونو لکمير جي ماڙي ۾ آسري سان ماندڙ جلندڙ آهي. (فليم ١٩٨١-٢٦٧)

## (Naro waro Dhoro) نارو وارو ڍورو

'27°25 اتر ويڪراڻي ڦاڪ ۽ '68°41 ڊگهائي ڦاڪ تي خيرپور ميرس اڪسان ڏکڻ اولهہ اٽڪل اٺوهہ ڪلوميٽرن ۾ ڪوٽ ڏيجي ۾ ڪان اتر اولهہ اٽڪل نو ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع آهي.

هي ۾ ماڳ واري ۾ جي پٽن جو هڪ اجهڪتو آهي.

هتان لڀندڙ شين ۾ هڪ انساني هڏائون پچرو، پراڻي ٺڪراٺ، پٿر جون مورتون، سونيون واليون ۽ ٺڪر جون وڏيون پاليون اهم آهن.

فليم جي چوڻ موجب ته هي هڙاپا يا سنڌو دور جو ماڳ آهي جيڪو هڪ عارضي رهائش گاهه محسوس ٿئي ٿو.

(فليم ١٩٨١-٩٤١) (سومرو ١٩٦٢-١٠٩-١٠٩)

## نزگاڻي جو ڪنڌ (Nazgani jo Kandh)

هي ماڳ لٺن ڳاج جي ڪاهي ڀاسي، روهيل جي ڪنڌ کان اٽڪل ڏيڍ ڪلوميٽر اولهه طرف آهي. هي هڪ اوچي پهاڙي ڀوني تي واقع آهي. ڪنبر ٿراڪڙا آهن جن ۾ اڏاوت جا آثار نظر نه ٿا اچن. ڪنيارڪو هنر آمريءَ دور سان تعلق ظاهر ڪري ٿو.

## ٺڪا Nuka(Nako Buthi)

ماڳ '26°18 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ '67°37 اوير ڊگهائي ڦاڪ تي ڪاڻي بنيءَ کان اٽڪل پنج ڪلوميٽر اتر اوير (Gamrak) گمرڪ ٺڪر ويجهو آهي.

١٩٢٦ ۾ ڊاڪٽر لوڊس فليم هيءَ ماڳ ڳولي لڌو. پٿر جي پيڙهه وارين پڻين جا آثار هتي نظر اچن ٿا. ماڳ جي وچ ۾ اتر کان ڏکڻ طرف هڪ قدرتي لاهي آهي جا ماڳ کي ٻن حصن ۾ ورهائي ٿي. هتان

ليندڙ ڪنڀارڪو هنر موهن جي دڙي جهڙو آهي. جڏهن ته ڪي ٺانو وري ڏکڻ بلوچستان جي تمدن سان ملندڙ جلندڙ آهن. (فلم ١٩٨١-٢٩٥)

## اورنگي (Orangi)

هيءَ ماڳ ڪراچي ۾ منگهو پير جي ستون ميل جي پٿر کان ڏيڍ ڪلوميٽر اولهه طرف آهي. مجمدار ماڳ بابت هن ريت وضاحت ڪري ٿو ته ماڳ تي جابجا ٺڪريون پکڙيل آهن انهن ۾ ڪي ٺڪر جديد دور جا به آهن. سو ٿي سگهي ٿو ته هي ماڳ تاريخ کان اڳ جو به هجي ۽ اڃا به آباد ٿيندڙ هجي. تاريخ کان اڳ وارن چقمقي پٿرن جا ڌار ڌار اوزار پڻ هتان لڌا ويا آهن. بهرحال ڪولاڻيءَ جي صورت آهي ۽ اهو به ممڪن آهي ته هي ماڳ ان دور جي ڪري هجي. جڏهن هن علائقي جا ارسيا (ايران) سان ڳالهيون هيا."
(مجمدار ١٩٨٤-١٤٤)

ايم-ايڇ پنوهر جي ڪرونالاجيڪل ڊڪشنريءَ موجب نـ هتان صحيح معنيٰ ۾ سنڌ جي پهرين ٽول پٿر جي ڪهاڙي لڌي وئي آهي. (صفحو ٣٢)

## عثمان جي ٻٿي (Osman ji Buthi)

ماڳ 95°29' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°53' ڊگهائي ڦاڪ تي، عاربجو ڳوٺ کان ڏهه ڪلوميٽر

ڏکڻ طرف باران نئن جي اوڀر واري ڪپ تي واهي ڪوٽ لڳ واقع آهي. سنڌ ڪوهستان جي هن علائقن جيان هي ماڳ به هڪ ٻئي ۽ هماهين ڪوٽ تي مشتمل آهي.

ماڳ جي مٿاڇري تي ڪن پٿرن جا به اشانات هئا جن سان کڏوکڏ کوٽائي شروع ڪئي وئي ۽ هڪ ٻه فوٽ هيٺان ڪن ڪمرن جا آثار نظر آيا. سٺ ڪان وڌيڪ وڏون هتان لڌيون ويون. ٽانو کهڙي پاڳي سڌين ڪچين سان آهن ۽ جن تي ٻن رنگن سان چٽ چٽيل آهن. هڪ ڪمري مان ٻوڏا ٽانو لڌا ويا آهن.

جوڌهن پٿر جا تيز اوزار لڌا ويا آهن ۽ ساموندي ڪجي پڻ هتان هٿ آئي آهي. (مجمدار ۱۹۸۴-۱۴۰)

## پٿي جو ڪوٽڙو (Pai jo Kotro)

هي ماڳ راڄو ديرو کان ڏهه ڪلوميٽر ڏکڻ طرف آهي. علائقو ڪاڇي جو آهي ۽ هتان ليندڙ ٽانو آمري ۽ هڙاپا جا همعصر آهن.

(فليم ۱۹۸۱-۲٦٧)

## پانڌي واهي (Pandbi Wahi)

ماڳ 25°40' اتر ويڪرائي ڦاڪ تي 64°22' ڊگهائي ڦاڪ تي موجوده پانڌي واهي ڳوٺ، تعلقو

جوهي دارا لئن ڏيکجهو آهي.

ماڳ هتان جي ماڻهن ڪافي حد تائين خراب ڪري ڇڏيو آهي ۽ ان ڪانسواءِ ماڳ جو هڪ حصو قبرستان جي طور سان به استعمال ٿئي ٿو. مجمدار هت به خندقون ۽ ٻه کڏون کوٽرايون.

پهرين خندق جا اوائلي دور سان تعلق رکي ٿي، مان آمري ۽ جي دور وارا ٿانو ظاهر ٿيا آهن. جڏهن ته مٿين تهه مان هڙاپا دور جا مخصوص ٿانو ڳاڙهي تر تي ڪاري چٽسالي ۽ سان ظاهر ٿيا آهن. فلئم جي راءِ ۾ ته هرويرو ضروري ناهي ته ڳاڙهي تر تي ڪاري چٽسالي ۽ وارا سمورا ٿانو هڙاپا دور سان تعلق رکندڙ هجن. هتان ليندڙ ڪن ٿانون جو تعلق ڏاکڻي بلوچستان سان به آهن، ٿانون ڪانسواءِ هتان افغانستان مان ايندڙ قيمتي مڻيا، نهرا، چقمقي پٿن وارا اوزار ٻيءَ مليا آهن. چٽن ۾ پپر جو پن، مڇين جا چلر ۽ ڍڳن جا چٽ عام آهن. ڍڳي جو نمونو بلوچستان جي ڪلي ميهي تمدن سان ملندڙ آهي. جڏهن ته مڇين جا چلر سوهن جي دڙي سان.

(فلئم ۱۹۸۱-۱۷۲) (مجمدار ۱۹۸۱-۹۴)

## ڦڱ (Phang)

هيءَ ماڳ '25°42 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ '67°38 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، ڪوهتراش کان ڏکڻ سو، موٽر،

اتر اولهه طرف واقع آهي.

هن جا آثار ٽراڪڙا آهن. پٿر جا آثار کهرن ۽ کهرن جي نشاندهي ڪن ٿا. آس پاس ڪبر بند به آهن. (برسات جي پاڻيءَ کي جمع ڪرڻ لاءِ ٺڪيل پٿرن جا اڳتاريخي بند) هتان لينڊز ڪنپارڪو هنر ڪوهتراش ۽ ڪوٽ ڏيجيءَ جهڙو آهي.

(فليم ١٩٨١-٣٣٥)

## پير منگهو (Pir Mangho)

منگهو پير جي مقبري هيٺان بڻيءَ جا نشان ڏسي سگهجن ٿا. هن جي پرسان گرم پاڻيءَ جو هڪ چشمو به آهي.

## پوکراڻ لانڍي (Pokhran Landi)

هيءَ ماڳ 25°49' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°45' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ملير لانڍيءَ کان اڀوڀهه ڪلوميٽر ڏکڻ، ڪرچات کان ڇهه ڪلوميٽر اتر طرف مڪ نئن جي ڪاهي هڪپ تي پوکراڻ لانڍيءَ وٽ واقع آهي.

اڳتاريخي ماڳ مڪ نئن جي ٻنهي ڪنارن تي پکڙيل آهن. هتي ڪيترا پٿر وارا آثار به لڌا ويا آهن. مجمدار جي چوڻ موجب ماڳ ڪافي وسيع آهي پر تراڪڙو به. نئن جي ڏاکڻين (ساڄي) ڪناري تي

مجمدار کي هڪ ٻيو ماڳ ٻ ات نظر آيو. اهو به
شايد لانڊيءَ واري ماڳ جو ڪو حصو آهي. هن
علائقي ۾ ڪافي ٺڪراٺ، پٿرهين جا آثار، ڪجهه ٽانبو
مان ٺهيل ڪر جي اگهن چاڙهيءَ جو ٽڪرو به لڌو ويو
آهي. ٽانو آمريءَ واري دور سان تعلق رکندڙ آهن
(مجمدار ١٩٨١-١٢٩) ۽ (فلم ١٩٨١-٣٢٠)

## پوکراڻ (Pokhran)

ماڳ 25°49' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°44' اوڀر
ڊگهائي ڦاڪ تي، پوکراڻ ٽڪرين جي چوٽيءَ تي
پرڪراڻ پرگهل (Gap) جي ڏکڻ ۾ واقع آهي.
پٿرهين جا آثار ٽڪر جي چوٽيءَ تي آهن. ٽڪر
جي لاهين تي به پٿين جا آثار آهن جن کي پڙي
ڪونجي ٿو.

هتان ملندڙ ڪنهن ڪو فن لانڊي پوکراڻ سان
ملندڙ جلندڙ آهي. ٿي سگهي ٿو ساڳي آبادڪاريءَ جا
ٻه حصا هجن. ٽانو آمريءَ جي اوائلي ٿهن سان ٺڪرندڙ
ٽانون جهڙا آهن. (فلم-٣٢١)

## راڄو ديرو (Rajo Dero)

ماڳ 26°55' اتر ويڪرائي ڦاڪ تي 67°23' اوڀر
ڊگهائي ڦاڪ تي موجوده راڄو ديرو ڳوٺ جي ڏاکڻين
طرف ننڍن ڪاڄ جي چور لڪ ڪان الڪل چوڏهن

ڪلوميٽر اتر اوڀر طرف واقع آهي.

راڄو ديرو جو قديم ماڳ نئن ڪساج جي اتريئن (Alluail Fan) (ندي يا نئن جي پهاڙن مان نڪرڻ بعد جيڪا مٽي ڪٺي ٿيڻ ٿي ان جي شڪل ڇڄاني وڇڻيءَ جهڙي ٿي وڃي ٿي. همواريءَ) وٽ واقع آهي

هيءَ ماڳ ٻن دڙن ۾ ورهايل آهي هڪ وڏو ۽ اوچو ٻيو ننڍو.

ٻهرئون دڙو قبرن مان ڀريو پيو آهي. جڏهن ته ٻئي تي وڏون نظر اچن ٿيون ۽ اجهاڻ ان دڙي کي کاٽيءَ جي ضرورت آهي.

دڙي نمبر ٻهرين مان نڪرندڙ ٿن جو نمونو ڪوٽ ڏيجيءَ وارو آهي. جڏهن ته ٻئي نمبر دڙي مان نڪرندڙ ٿن جو نمونو مخصوص هڙاپا طرز جو آهي. (قادم ١٩٨١-٢٦٥)

## روهيل جو ڪنڌ (Rohel Jo Kandh)

هيءَ ماڳ نئن ڳاج جي (Canyon) اندر ساڍا ات ڪلوميٽر واقع آهي.

هتان لينڊڙ ٽانو ٽسال ۽ آمري تمدن سان ملندڙ جلندڙ آهن. (قادم ١٩٨١-٢٦٣)

## سنياسي ٻٺي (Sanasi Bathi)

هي ماڳ ڪاٺي ماتريءَ جي اولهه ٽنگهه ويجهو

آهي. ان ڀيڄري ويجهو جهڪو ٽلنگ ڪان شاهه حسن ۽ ڪاٺيءَ ڏي وڃي ٿو. هيءَ ٻنيءَ به ٻين بنين، جهان هڪ اوچيءَ ٽڪريءَ ۽ هيٺاهين ڪوٽ تي مشتمل آهي. ماڳ به هڪ چشمي ويجهو آهي. ليمبرڪ جي راءِ ۾ ماڳ سنڌو يا هڙاپا دور سان تعلق رکندڙ آهي.
(فلم ٢٩٠)

## شاهه جو ڪوٽڙو (Shah jo Kotrio)

ٽاڪرو تر جا رهاڪو پنهنجن وڏڙن جي قديم جاءِ جي اهڃاڻن کي هميشه ڪوٽڙو ڪري ڪوٺيندا آهن. (ليمبرڪ ١٩٨٢-٢٠٨)

هي ماڳ ڪجور کان ست ڪلوميٽر ڏکڻ اوڀر، باران نئن جي اوپر ڪاهي پاسي واقع آهي.

هوتياڻو جبل کان هڪ ڦندڙ چشمو ماڳ جي ڀر مان لنگهي ٿو. فلم چواڻي ماڳ سنڌ ڪوهستان جي ٻين ماڳن جيان مخروطي شڪل جي دڙي ۽ پير ۾ هڪ هيٺاهين ڪوٽ تي مشتمل آهي. ستاڇري تي پٿ جا آثار نظر اچن ٿا. هتان لڀندڙ ٿانون جو نمونو ڏکڻ بلوچستان جي قديم ماڳن ڪلي ۽ مهي مان به لڌو ويو آهي. هتان لڀندڙ نمونن ۾ قابل ذڪر نمونو اڪين جهڙو نمونو آهي. ان ڪانسواءِ ڪجيءَ جو وڻ ۽ جابلو ٻڪرن جا چٽ به ٿانون تي چٽيل آهن. هتان هڪ ڪليل قسم جو ٻهالو ٻڻ لڌو ويو آهي جو نمايان آهي.

پٽل جا چوڙا، لنگر ٿالهه، ترڪمان، خاڪي پٿر جا بال، سپن جا چوڙا پڻ هتان هٿ آيا آهن.
(ڦليم ٣٤١) (مجمدار ١٣٧)

## ٽنڊو رحيم خان (Tando Rahim Bhan)

ماڳ 26°30' اتر ويڪرائي ڦاڪ، 67°26' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي پنڊي واهي کان پاوڻهه ميل ڏکڻ طرف آهي. هي غازي شاهه (تعلقه جوهي) کان چار ميل اتر طرف آهي. هي سنڌ ۽ بلوچستان جي سرحدن تي آهي.

هتان جا ٿانو ڦڪي مادي سان ڏهيل آهن جن جي تر تي هلڪو ڳاڙهو يا ڦڪو رنگ آهي. جڏهن ته چٽ ڪاري يا چاڪليٽي رنگ ۾ آهن. هت هڪڙو ٻيو رنگ به ڪيترن ئي ٿانون تي استعمال ٿيل آهي، اهو آهي ڳاڙهڙو ناسي.

جاميٽريڪل نمونا آهن. هي سرزي جي ڳالهه، جو هت بلوچستان ۾ استعمال ٿيندڙ نمونا آهن. سنڌو يا هڙاپا دور جو ڪوبه نقش ناهي. جڏهن ته هتان صرف چئن ميلن جي مفاصلي تي غازي شاهه سان ڪاري تي ڳاڙهي چٽن وارا مخصوص سنڌوءَ سان تعلق رکندڙ ٿانو به اهڙن ٿانون سان لڌا ويا آهن. البت بلوچستان وارا ٿانو ڪنهن ٿيءَ ۾ ڪونه لڌا ويا آهن. (مجمدار ٨٦)

## ٽئونگ ٻٽي (Taung Buthi)

ماڳ '25°46 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ '67°34 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، دنبر جبل جي اتر اوڀر واريءَ ڪنڊ تي، ڳاج جبلن جي پيرانديءَ ڪان ٽئونگ ڳوٺ وٽجهو آهي.

ٽئونگ ٻٽي مخروطي شڪل جي ٽڪريءَ جي صورت ۾ آهي. اٽڪل پنجويهه ميٽر اوچي آهي. جڏهن ته هيٺاهون ڳوٺ ٽڪريءَ جي دامن ۾ ڏکڻ کان ڏکڻ اوڀر طرفن ڏي پکڙيل آهي. ڳوٺ جي اوڀر پاسي پوک ڪئي وڃي ٿي.

ليمبرڪ ٻٽيءَ جي چوٽيءَ تي کڏ کوٽائي ۽ ڏيڍ ميٽر کانپوءِ به هو منزل تي رسي نه سگهيو. ٻٽيءَ کان سو ميٽر اولهه طرف رتن شاهه جو چشمو وهي ٿو.

ليمبرڪ کي کوٽائيءَ مان آمري دور، سنڌو دور ۽ جهانگارا دور جا ثانو لڌا. آمريءَ وارا مخصوص ته رنگا، هڙاپا يا سنڌوءَ جا ڳاڙهي تي ڪاري چٽسالي وارا، جهانگارا جا ڪاري پالش وارا ٺڪر ثانو ان کان سواءِ ٺڪر جا چوڙا، چقمقي پٿن وارا اوزار (پرد) وغيره به لڌا. ويا جڏهن ته قادم کي هتان رکو مخصوص هڙاپا سنڌوءَ واري تمدن جا ثانو لڌا. (فليم ٣٢٩)

## ٿارو ٽڪري (Tharro Hill)

ماڳ ڪراچيءَ کان اٽڪل چوراسي ڪلوميٽر اوڀر طرف ڪراچي ٺٽي روڊ تي، گجوءَ جي ڳوٺ کان ۾ ڪلوميٽر ڏکڻ اولهه ۽ شيخ ترابيءَ جي تربت کان ڏکڻ اوڀر طرف ضلعي ٺٽي ۾ آهي.

هيءُ ماڳ هڪ ٽڪريءَ تي آهي جنهن جي اوچائي آس پاس کان ٻارنهن ميٽر مٿي آهي. هن جي اتر پاسي مسلمانن جا مقبر آهن جڏهن ته ڏاکڻين پاسي اڳتاريخي آثار. مجمدار کي هتان ڪمرن جي قطار کوٽائي مان ملي. جن جي اوچائي ڏيڍ ميٽر ۽ ديگهه ٽي ميٽر آهي. مجمدار ۽ پڪٽ کي هتان آريءَ جي دور جا ٿانو لڌا. ان کانسواءِ هڪڙا ڳاڙها سادا ٿانو ٻه هتان لڌا ويا آهن. (فليم ۲۴۳)

## ٺيڙهي ٻهادر شاهه (Therri Bahadur Shah)

ماڳ 28°23' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68°23' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي جهٽ پٽ ريلوي اسٽيشن کان ڏيڍ ڪلوميٽر اوڀر طرف واقع آهي. ماڳ ٽن دڙن تي مشتمل آهي جيڪي هڪ ٻئي جي ويجهو آهن. مٿاڇري تي ڪچڙن سرن جي اوزارن جا نشان آهن. پاڪستان آرڪيالاجيڪل رپورٽ پٽاندر ماڳ مخصوص هڙاپا دور سان تعلق رکندڙ آهي. هتان هٿ ايندڙ شين ۾ ڳاڙها ٿلها ۽ ڳرا ٺڪل دلا، ٺڪر ٿانو، ڳول پيالا قابل ذڪر آهن. (فليم ۲۵۰)

# سنڌ جا ڪي تاريخي آثار

## اروڙ - الور (Aror - Alor)

هن قديم شهر جا ڪنڊر روهڙي شهر (ضلع سکر) کان پنج ميل پري ڏکڻ اوڀر طرف، اوڀر ناري ڪناري ويجهو آهن.

شهر ڪيترو قديم آهي ان بابت ڪا صحيح ڄاڻ ڪانهي. البت هن شهر جو وجود سڪندر اعظم جي ڏينهن ۾ به هئو.

٣٢٧ ق-م يونان جي سڪندر اعظم، پنهنجي هڪ سپهه سالار ڪئٽس ڪرٽيئس کي سنڌ جي واءِ سماءُ لاءِ موڪليو، جنهن اچي بيان ڏنو ته "سنڌ ۾ ٻه ڏرم وارا ڪافي طاقتور آهن. مٿين سنڌ يعني اروڙ ۽ ملتان ۾ سورج ديوتا جا مندر آهن، جڏهن ته هيٺين سنڌ ۾ يعني سيوهڻ ۽ پٽالا ۾ ٻڌ ڌرم جا مرڪز آهن ۽ مڙهيون آهن." (پنوهر ١٩٨٤-٧٦)

سڪندر اعظم جي سنڌ ۾ ڪاهه وقت مٿين سنڌ، جنهن ۾ ڪشمور، ڪنڌڪوٽ، ايرندو شڪارپور ۽ سکر تعلقا شامل هئا. هڪ برهمڻ حڪمران ميوزيڪانس جي راڄڌانيءَ هيٺ هئا، جنهنجي گاديءَ جو هنڌ اروڙ هئو.

اوائلي دور جو جاگرافيدان اسٽرابو (عيسوي سن جي پهرئين يا ٻئي ڏهاڪي جو) مٿئين قديم دور بابت لکي ٿو، ”سنڌو ماٿري“ جي انهي“ سڀ کان زياده آسودي صوبي جي خوشحالي ۽ ان جو امن، ان جي انتظام ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڦيرگهير آڻڻ سان ئي برقرار رهي ٿي سگهيو. اهو ملڪ ۽ ان جو شاهه، شهر بادشاهه کي ڏاڍا پسند پيا. يونان کان هتي آيل هي پاهريان ماڻهو، ان ملڪ جي سماجي صورتحال ۽ تنظيمن کي ڏسي، ڏاڍا متاثر ٿيا. هي ملڪ قدامت پسند ۽ متعصب هندو مذهب کان پري هو. هتان جي رياست فقط ڪن ڪنهن قسم جي ڏوهن جي حالت ۾ قدم کڻندي هئي. باقي عام طرح سان امن امان رکڻ ۽ هڪٻئي سان ڏي وٺ جي معاملن جو نبيرو انهن جي عوام جي هٿن ۾ هوندو هئو. اتي مقامي حڪومت جو پنچائتي طريقو رائج هئو. انهن جا ماڻهو فقط طبي اصول کي سنجيده مطالعي جي لائق سمجهندا هئا، جاڪاڻ ته، ”هي ماڻهو جنگي هنرن ۽ ٻين اهڙين ڪمالن جي گهڻي مطالعي کي ائين سمجهن ٿا جئن هو، ڪو گناهه جو ڪم ڪري رهيا هجن.“ اهي نه ئي ڌاتو ورتو نه هو سون ۽ چاندي“ کان به نفرت ڪندا هئا.

(ايمبرڪ ۱۹۸۴-۱۴۳)

موزيڪالس فاتح جي حملي کي روڪڻ جي عين وقت تي پهچي ويو ۽ سوڪڙيون پاڪڙيون ڏيئي سڪندر

سان دوستيءَ جو هٿ وڌايو، پر پوءِ برهمڻن سڪندر سان ڳالهه نه ڪيو ۽ ان خلاف بغاوت شروع ڪئي. سڪندر پڻ انهن سڀني جو قتل عام ڪرايو. نتيجي ۾ ميوسيڪانس به سڪندر خلاف بغاوت شروع ڪئي ۽ سڪندر جي هڪ سردار پيٿان کيس گرفتار ڪري صليب تي چاڙهيو. (ليمبرڪ ۱۸۶)

چچنامي (مخدوم امير احمد ۱۹۶۶-۲۱) ۾ اروڙ جو ذڪر هن ريت آهي: ”اروڙ جو شهر هند سنڌ جو تختگاهه آهي، سو اڳئين زمانـي ۾ سيحون نديءَ تي جنهن کي مهراڻ چوندا آهن، قسمين قسمين ماڙين، چراگاهن، گلن، باغن، حوضن، نهرن، باغيچن ۽ گلڪارين سان هڪ وڏو شهر هئو. هن رونقدار شهر ۾ راءِ سيهرس بن ساهسي راءِ نالي هڪ راجا حڪومت ڪندو هئو.“

٦۰۰ع ۾ هڪ ايراني حڪمران نمروز هڪ لڙائي ۾ راءِ سيهرس بن ساهسي راءِ کي ماري ڇڏيو. جيتوڻيڪ هن جنگ ۾ نمروز ساهرس جي پٽ هٿان شڪست کاڌي.

۷۱۱ع ۾ محمد بن قاسم جي سنڌ فتح ڪرڻ کان اڳ تائين به اروڙ راجا ڏاهر جي گاديءَ جو هنڌ رهيو. ۽ ڪجهه صديون پوءِ تائين به هندن جو وڏو شهر رهيو.

البت عربن پنهنجي گاديءَ جو هنڌ حاليه ضلع سانگهڙ ۾ منصوره (برهمڻ آباد) بنايو.

۸۸۳-۸۴ع ۾ اروڙ جي هندو راجا مهرڪ بن رائڪ،

منصوره جي حاڪم عبدالله بن هباري کي درخواست ڪئي ته اسلامي عقيدن ۽ تعليم تي سنڌيءَ ۾ ڪتاب لکرائي ڪيس موڪليو وڃي. جواب ۾ عبدالله بن هباري، هڪ عراقي عالم جنهنجي پرورش منصوره ۾ ٿي هئي، اروڙ اماڻيو جيڪو ٽي سال راجا وٽ مهمان ٿي رهيو ۽ قرآن شريف جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. يعني ان دور ۾ به سنڌي لکي پڙهي وينديهئي ۽ مذهبي تنگ نظري نه هئي. (پنوهر ١٩٨٤-١٣٨)

هت هڪڙي مسجد جا ڪنڊر پڻ آهن ۽ به مزارون پڻ، مسجد لاءِ سمجهيو وڃي ٿو ته اها اورنگزيب عالمگير جي ڏينهن جي آهي. جڏهن ته مقبرن مان هڪ شڪرگنج شاهه ۽ خيال الدين شاهه جو آهي. شڪرگنج شاهه لال شهباز جو همعصر دوست هئو. (سورلي ٢٢٧)

سمجهيو وڃي ٿو ته جڏهن ڏهين صدي عيسويءَ ۾ سنڌوءَ پنهنجو وهڪرو مٽايو ته هي شهر به تباهه ٿيو هوندو. ڪجهه عرب جاگرافيدان هن کي ”ال رور“ ڪري به لکن ٿا. ”ال“ عربي اکر آهي ۽ ”رور“ مان مراد آهي ”روڙ“. شايد هتان جا باشندا ٽي لڏي وڃي روهڙيءَ ۾ ويٺا. (سمٿ ١٩١٩-٤١)

## امرڪوٽ - عمرڪوٽ (Amar Kot-Umar-Kot)

امرڪوٽ يا عمرڪوٽ 25°22' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 69°47' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ضلعي ٿرپارڪر ۾ موجود آهي.

هت سومرن جي ڏينهن ۾ هڪ يادگار قلعو موجود آهي، جنهن جون ديوارون پنجويه فوٽ ويڪريون ۽ چاليهه فوٽ ڊگهيون آهن. (سمٿ-٤٦)

روايت بيان ڪئي وڃي ٿي ته عمرڪوٽ سومرا خاندان جي پهرين حاڪم عمر سومري جوڙايو هئو.
(انا مينهن ملير ٢٣٢)

جڏهن ته ڪرونالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ جي صفحه ٢٠٤ موجب ٩٩٦ع ۾ عمرڪوٽ ۽ ننگرپارڪر مارواڙ جي راجا جي قبضي ۾ هئا. ۽ عمر سومري جو راڄ ١١٤١ع کان شروع ٿيو. (پنوهر ٢٣٣)

عمر سومري جي نالي سان ئي عمر ماروي* وارو داستان منسوب آهي جيڪو محض هڪ ڏند ڪٿا آهي.

١٢٢٦ع ۾ هي شهر هڪ راجپوت سردار، پرمار سوڍي جي هٿ ۾ آيو، جنهن کانپوءِ راجپوتن هتان سڄي ٿر تي حڪمراني ڪئي.
(انا مينهن ملير ٣٢-٢٣٢)

راجپوتن ئي جلاوطن مغل بادشاهه همايون* کي هت پناهه ڏني. انهن ڏينهن ۾ ئي مشهور مغل شهنشاهه اڪبر هت ڄائو. سندس ڄم واري جاءِ تي هڪ پٿر نصب ٿيل آهي. (سمٿ ٤٦)

ڪلهوڙي حاڪم ميان نورمحمد ڪلهوڙي جڏهن پنهنجي سلطنت وڌائي ته عمرڪوٽ پڻ سندس قبضي ۾ آيو. ۽ آخري ڪلهوڙي حاڪم اهو جوڌپور جي

حاڪم کي وڪرو ڪيو جتان ۱۸۱۳ع ۾ ڪالپرن هي شهر واپس ورتو. (انا موئهن ماڊر تي ۱۴۵)

## باغبان (Baghban)

هي ڳوٺ ضلع دادوءَ ۾ دادوءَ شهر کان اٽڪل ڇهه ميل اتر اولهه طرف واقع آهي ۽ پرسان ئي مخدوم بلاول رحه جو مقبرو آهي.

۱۵۲۲ع ۾ باغبان جي رهاڪن شاهه بيگ ارغون جو مقابلو ڪيو هئو. جيئو وڃي تو نه مقابلي ڪرڻ جي ڪري مخدوم بلاول رحه کي شاهه بيگ گهاڻي ۾ پيڙهايو. پر هن جو ڪو ثبوت ناهي. (پنوهر ۳۷۶)

## ٻهمن آباد - برهمڻ آباد ۽ منصوره (Bahmanabad - Brahmanabad Mansurah)

ٻهمن آباد يا برهمڻ آباد، هي دڙا 25°53' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68°49' ڊگهائي ڦاڪ تي شهدادپور کان اٺ ميل اوڀر طرف سانگهڙ ضلعي ۾ موجود آهن. عام ماڻهو هنن دڙن کي دلور جا دڙا پڻ ڪوٺين ٿا.

هي دڙا ڇهن ميلن جي دائري ۾ پکڙيل آهن. سمورو ماڳ پڪل لٽل سرن جي ڍڳن سان ڀريل آهي. جن مان ڪي ڍڳ پندرنهن فوٽ اوچا آهن. هت پهڻن، مجاهه ڪاٺ جا وڏا لڪر اڪثر نظر اچن ٿا، جنهن مان محسوس ٿئي ٿو ته هتي جي عمارتن ۾ ڪاٺ جو،

استعمال پڻ ٿيل هئو. (سمٽ ١٩١٩-٣٣)

ميجر ايڇ- جي- ريورٽي پنهنجي ڪتاب

"Mihran of Sind and its Tributaries"

جي واليوم اي صفحي ٨٥ ۾ بهمن آباد بابت لکي ٿو
هي شهر هڪ ايراني بادشاهه اسفنديار جي پٽ بهمن
٤٧٠ ق- م يعني ايرانين جي سنڌ فتح ڪرڻ کان
اڳ ڪل هڪ اڌ صدي پوءِ ٻڌرايو. (سمٽ ٣٤)

جڏهن ته ايڇ- ٽي- ليمبرڪ جي ڪتاب "سنڌ
هڪ عام جائزو" ۾ ڄاڻايل آهي ته اوائلي دور جي
هڪ مشهور رومن ڪتاب "پيريلس" ۾ باربيرڪن نالي
هڪ بندر جو ذڪر آهي، جنهن جي سامهون هڪ
ٻيٽاري هئي، جتي جهاز اچي لنگر هڻندا هئا. جهازن
جو مال لاهي ننڍين ٻيڙن ۾ وڌو ويندو هئو، جيڪي
اهو مال مٿي وڃي ڪاديءَ تائين پهچائيندا هئا. ڪاديءَ
جو ٻالو "مين نگر" هئو. ملڪ جو راجا پارٿيائي قوم
جو هڪ شهزادو هوندو هئو ۽ سنڌ کي ان دور ۾
اسڪائٿيا سڏيو هئو ۽ اهو "مين نگر" شايد بهمن آباد
آهي. ايم- ايڇ پنوهر جي ڪرونالاجيڪل ڊڪشنريءَ
موجب اهو دور ٧٠ يا ٦١ع وارو آهي.

(پنوهر ١٠١)

بهرحال اهو بهمن آباد، چوٿين صدي عيسويءَ ۾
برهمڻن جي راڄ ۾ برهمڻ آباد جي نالي سان مشهور ٿيو.
٦٢٢ع ۾ برهمڻ آباد راءِ سهرس بن ساهسي راءِ جي

راڄڌانيءَ ۾ هڪ صوبو هئو، جنهن ۾ ”نيرون ڪوٽ“ قلعي کان وٺي ديبل، لوهاڻو يعني لاله ۽ سمه (ابراضين وارو علائقو) وينڌي سمونڊ تائين علائقو شامل هئو. (چچنامو - ٢٢)

برهمڻ آباد جو صوبو سنڌو نديءَ جي اوپر واريءَ مرڪزي سنڌ، سڄي لوڙ سنڌ ۽ شايد ڪڇ تي مشتمل هئو. (لمبرڪ ١٩٨٤-٢٣١)

٦٦٩-٧٠ع ۾ راجا ڏاهر جو وڏو ڀاءُ برهمڻ آباد جو حاڪم ٿيو، جو سموري لوڙ سنڌ تي راڄ ڪندو هئو. ڏاهر جي وڏي ڀاءُ ڏهر سينه جي راڄ ۾ سيوهڻ، اولهه وارا ٿاڪرو علائقا، مڪران ۽ برهمڻ آباد شامل هئا. (پنوهر ١٣٠)

محمد بن قاسم جي سنڌ فتح ڪرڻ کانپوءِ محمد بن قاسم برهمڻ آباد کي تباهه ڪونه ڪيو، پر ان جي ڀر ۾ محفوظ شهر هڏو ۽ ان وقت انهن اڏان جي هندڪي شهر جي رهاڪن کي نئون ڪيڏو. جنهن کري اهو قٽي ويو ۽ ڪجهه ورهيه پوءِ انهن برهمڻ آباد جي مٿان ”منصوره“ جو شهر جوڙيو. ڪزنس جي راءِ ۾ دلور، محفظ وارو ماڳ آهي. جڏهن ته ڏيپر گهانگهري وارو ماڳ، جنهن ۾ هڏ جو ٿل آهي، سو ئي سگهي ٿو ته هڏن جي ساٺوڻي ٿالي وستي هجي. محمد بن قاسم برهمڻ آباد ڇڏڻ تي ٻهرين منزل سانوديءَ وٽ ڪئي. ۽

ڪزنس جي راءِ ۾ ملتان اها ماڳ ٿيندي، ته نوهار واري مڙهي هجي جا راهه ڇڏي، برهمڻ آباد تي قبضو ڪرڻ کان پوءِ ملتت ٿي ڏسڻ ويو هئو.
(ليمبرڪ سنڌ عام جائزو ٢٨٣-٢٨٠)

منصوره ڪيئن ڦٽو؟ جيئن ته مسٽر بيلاسس ۽ مسٽر ڪزنس کي اتان کوٽائي دوران ڏٺيدين ۽ درن وٽ انساني لاشا نظر آيا. ان ڪري ڪزنس اهو نظريو ڏنو ته هي شهر حملي آورن جي حملي سببان ڦٽو آهي ۽ هتان جي ماڻهن جو قتل عام ڪرايو ويو آهي. ۽ اهو حملو سومرن هٿان ٿيل آهي. (سمٿ ١٩١٩-٣٣)

جڏهن ته ڪرونالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ، ٢١٣ صفحي تي بيان ڪري ٿي ته ١٠٢٥ع ۾ سنڌ ۾ "خفيف" نالي هڪ حڪمران جو راڄ هئو. جيڪو شايد سومرا خاندان جو پايو وجهندڙ هئو. ۽ اهو ممڪن آهي ته ١٠٠٥-٦ع ۾ شيخ عبدالفتح دائود بن ناصر جي گرفتاريءَ کان پوءِ سومرن، هباري خاندان کان راڄ کسي پنهنجو راڄ قائم ڪيو هجي.

١٠٢٥ع ۾ سلطان محمود غزنوي سومنات جي مندر کي ڊاهڻ کان پوءِ سنڌ ڏانهن آيو ۽ ان وقت جو حڪمران خفيف (Khafif) هئو، جنهن سني مذهب مان اسماعيلي مذهب قبوليو هو، جنهن جي ڪري محمود غزنوي منصوره تي حملو ڪري، هتان جي رهواسين کي لٽيو ۽ خفيف درياهه ۾ ٻيڙين دوران ٻڏي مئو.

محمود غزنوي نه رڳو ملتان ۽ سنڌ جي مسلمانن کي لٽيو پر ٻين مسلمان پرڳڻن کي به ڦريو، جن جو ذکر ڪرونالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ جي ۲۱۶ صفحي تي درج آهي. (پنوهر ۲۱۶-۲۱۳)

۱۸۵۴ع ۾ مسٽر بلاسس برهمڻ آباد جي کوٽائي ڪرائي، سنڌس رپورٽ مان ڪجهه اقتباسات جي، جي- ڊبليو سمٿ جي گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ ڊسٽرڪٽ نوابشاهه جي صفحي ۲۹ تان ورتل آهن.

”اسان کوٽائيءَ لاءِ هڪڙو دڙو چونڊيو. مکيه چوڪ وٽان اسان کوٽائي شروع ڪئي. آهستي آهستي اسان هڪ ڀت وٽ پهتاسون، ان کانپوءِ ٻي ۽ وري ٻي ۽ ايتري قدر جو ڪي ڪمرا اسان کي نظر آيا. اسان اڃا به فوٽ کوٽائي ڪئي ته اتي اسانکي ڪمترائي هڏا نظر آيا، جي انسان جا ڍانچا به هئا، ته چوپائي مال ۽ گهوڙن جا به. انساني ڍانچا گهڻو ڪري ڏيڍين وٽ نظر آيا جڻ ماڻهو ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندا هجن.

هڏن ڪانسواءِ هتان مختلف نمونن جا ٿانو به مليا. ڪي ته تمام سهڻا، جي اڄ به سنڌ ۾ موجود آهن. ڪاشي ۽ چيني مٽي جا ٿانو ٻڻ آهن. ان ڪانسواءِ ڪچ ۽ شيشي جا لڪر ٻڻ هتان لڌا ويا، جوڪي مختلف رنگن ۾ آهن. اهڙا پٿر به لڌا ويا جي ان ٻڌڻ ۾ ڪم ايندا آهن. ان ڪانسواءِ ڇريون، چاقو ۽ ٻين اوزارن کي تيز ڪرڻ وارا پٿر به لڌا.

عقيق، يا ٻيا قيمتي پٿر، عاج، سنگ مرمر، ٽامي ۽ چانديءَ جا سڪا، شيشي ۽ موتين جا ڳهڻا به مليا.

ان رکڻ لاءِ وڏي گنڍي، جنهن کي مون ڀريل کوهه سمجهيو، اهو به نظر آئي.

”وڏا گول ٻال جي شڪل ميزائيل جيان لڙائيءَ ۾ استعمال ٿيندا هجن، اهي به لڌا. هڪڙو ڪاٺ يا عاج جو ننڍڙو تعويذ جيڪو شايد ٻانهن ۾ ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ هئو، اهو به مليو جنهن تي ڪوفي عربيءَ ۾ لکيل هئو ”الله ٻاجهارو“ آهي.

ڀريل مون سمجهيو پئي ته برهمڻ آباد کي حملہ آورن تباهه ڪيو هوندو، پر اتي اسانکي عمارتون به نظر آيون جهڙوڪ مندر ۽ مسجدون وغيره جن جون پٿرون ڪافي مضبوط هيون. ماڻهن جي هڏن سان گڏ قيمتي زيور، جنهن سان لڳي ٿو ته شهر ڌرتي ڌٻڻ يا دريائي ڪري مٽائڻ سبيان تباهه ٿيو.

ٿيون پيرو مون مسٽر رچرڊ سان گڏ کوٽائي ڪرائي. گهر ٿورو مٿاهون هئو جنهن ۾ عاج جون اڪريل مورتون نظر آيون. وڏي مورت چار انچ ڊگهي هئي، جا ٻنهنجي هٿ ۾ ڪنول جو گل کنيو بيٺي هئي. جڏهن ته ڪجهه موهن جي دڙي وارين ناچڻون به هيون. ان سان گڏوگڏ شطرنج جو هڪ مڪمل سيٽ نظر آيو.“

شطرنج لاءِ چيو وڃي ٿو ته اها راجا ڏاهر جي ايجاد هئي.

بهرحال بيلاسس جوڪي سگها لڌا سي عرب حاڪمن جهڙوڪ منصور بن جمهور، عبدالرحمان وغيره جا هئا. انهن ۾ بين نشانن جي آڌار تي جنرل هيگ چيو ته، بيلاسس وارو شهر عربن جو منصوره آهي ۽ حقيقي برهمڻ آباد هتان ڏڙن کان ڇهه ميل اتر اوڀر طرف آهي.

۱۸۹۷ ۾ ڪزنس اتان جي اونهي کوٽائي ڪرائي ۽ سندس راءِ ۾ بيلاسس ۽ هيگ ٻئي درست هئا. چاڪاڻ ته اتان ٻن شهرن جا آثار نڪتا. هڪ هندڪو شهر ۽ مٿيون مسلمانڪو. ۽ تازي آرڪيالاجيڪل رپورٽ موجب منصوره، محمود غزنوي تباهه ڪيو.

## بدين (Badin)

24°39' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68°53' اوڀر ڊگهائي، ڦاڪ تي واقع آهي.

موجوده بدين شهر جو بنياد ۱۷۵۰ع ۾ پيو. ان، جو نالو پهرين ساولپور هوندو هئو. ۽ پراڻي بدين، کان ڏکڻ طرف اڌ ميل وري هڪ کنڊر آهي.

پراڻي بدين کي افغان جنرل مدد خان لٽيو جو، آخري ڪلهوڙي حاڪم ميان عبدالنبيءَ کي ڪالپرن،

خلاف مدد ڪرڻ لاءِ سنڌ آيو. پر جڏهن عبدالنبي سندس توقعات تي پورو نه لٿو ته، هن پاڻ ئي هٿ لٽ مار مچائي. فتحنامي جو لهڪ، لکي ٿو ته "هر اندو وڏو لٽيو ۽ ماريو ويو، ماڻهن جي جسمن تان ڪپڙا ۽ پهرڻ سان جتيون لاٿيون ويون، گهرن جا تڏا به کنيا ويا." (ص‍ ٽ)

۽ اهي شهر جي وري سنوان نه ٿي سگهيا. انهن ۾ بدين به هئو. ۽ پوءِ بدين جا باڻهو وڃي ساولپور ۾ ويٺا ۽ اهو ساولپور بدين جي نالي سان ڪوٺجڻ لڳو.

پراڻي بدين ۾ ٻن مسجدن جي پٿرن جا کنڊر به لڌا ويا آهن. جي ۱۲۳۴ع ۽ ۱۵۷۹ع سان تعلق رکن ٿيون.

سمن جي دور ۾ هن کي چاچڪان جو صوبو ڪوٺيو ويندو هئو ۽ هي نالو سترهين صديءَ تائين قائم رهيو.

سمن کان پوءِ، ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جو هن پاسي ڏاڍو اوج رهيو.

همايون فتح باغ ۽ جون ۾ اچي رهيو هئو، جنهن ڪري هتان جون ٻيون قومون ۽ ميمڻ هي علائقو ڇڏي هتان ڪڇ هليا ويا. ارغونن ۾ مرزا باقي بيگ ۽ مرزا صالح بيگ پاڻ ۾ نه ٺهندا هئا. مرزا باقي بيگ ڪڇي لشڪر وٺي بدين آيو مرزا صالح بيگ تي حملو ڪيو. نتيجي ۾ مرزا صالح بيگ هارايو ۽ انهيءَ لڙائيءَ جو بدين ۽ چاچڪان تي برو اثر پيو. (سومار شيخ بدين جي ثقافتي تاريخ).

۱۵۲۴ ڄام فيروز سمو حڪمران، شاهه حسن ارغون سان جنگ جوٽڻ لاءِ ڪڇ مان ۵۰،۰۰۰ پيادا ۽ گهوڙيسوار هٿ ڪيا جي سمن جي چاڙ جاڙيجا قبيلي سان تعلق رکندڙ هئا ۽ هو چاچڪان ۾ لڙائي لاءِ پهتا نتيجي ۾ ڄام فيروز شڪست کاڌي ۽ ڪڇ ڏانهن ڀڄي ويو. (پنوهر ۳۸۷)

## (Bakhar) ٻکر

بکر جو ذڪر اسالڪي چچنامي ۾ "بغرور" جي نالي سان مليل ٿو. چچنامي ۾ واضح ڪيل آهي ته بغرور جو قلعو، اروڙ جي پرڳڻي هيٺ راجا ڏاهر جي قبضي ۾ هئو. ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي راءِ موجب اهو قديم بکر ٿي سمجهڻ گهرجي.

(چچنامو ۴۷۰)

چچنامي جو مترجم علي ڪوفي ۱۲۱۶ع ۾ بکر آيو. ۽ ان وقت اپر سنڌ (اُچ ۽ بکر) جو حاڪم ناصرالدين قباچا جو وزير عين الملڪ حسين هئو. علي ڪوفي بکر جو ذڪر چچنامي ۾ هن ريت ڪري ٿو.

"اچ مبارڪ ڪاٽ اروڙ ۽ بکر جي شهرن ڏانهن رخ رکيم. چاڪاڻ ته اتان جا امام، عربن جي خاندان ۽ بنياد مان هئا. جڏهن اتي پهتس ته وڏي امام زبردست عالم، دين ۽ مذهب جي ڪمال ۽ حاڪمن جي سردار، مولانا قاضي اسماعيل بن علي بن محمد بن موسيٰ بن

طائي بن يعقوب بن طائي بن محمد بن موسيٰ بن شعبان بن عثمان ثقفي- جو فصاحت ۽ فضيلت جي ڪاڻ آهي ۽ نمڪوني ۾ عقل جي جان بلاغت جي سيني قمص ۾ بيمثال، ڪائنس پڇا ڪرڻ تي ٻڌايائين ته هن فتح جي تاريخ سنڌس ابن ڏاڏن جي هٿ اڪرين حجازي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي جا هنڪن ٻني ڪان ميراث ٿيندي ورثي ۾ اينديءَ ٿي رهي. (چچنامو ۱۴-۱۳)

علي ڪوفيءَ ان تاريخ جو فارسيءَ ۾ ترجمو ڪري نالو ڏنو چچنامو. (پنوهر ۲۴۴)

بکر، سکر ۽ روهڙيءَ جي وچ ۾ سنڌو درياءَ ڪي پار ڪندڙ چن جي پٿرن جي ٽڪرن تي واقع آهي. سمجهيو وڃي ٿو ته انهن صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري يا ڏهين صدي عيسوي (ايم- ايچ پنوهر جي راءِ موجب ته سنڌو ڏهين صدي عيسويءَ ۾ پنهنجو وهڪرو مٽايو) جڏهن سنڌوءَ پنهنجو وهڪرو مٽايو هوندو ته هي علائقو سنڌس ڪاڇ ۾ نه آباد هوندو ۽ هنڪڙو ننڍڙو ٻيٽ بڻجي پيو هوندو.

بکر لاءِ سمجهيو وڃي ٿو ته سيد محمد مڪي، يمن کان سنڌ آيو ۽ بکر جو بنياد وڌو ۽ سنڌس لاڏاڻو ٦٤٤ هجري ١٢٤٦-٤٧ع ۾ ٿيو. ۽ بکر جا سيد ان جو نسل آهن. (پنوهر ۳۸۰)

بکر جو قلعو، بيضوي شڪل ۾ آهي اٺ سو وال ڊگهو، ٽي سو وال ويڪرو ۽ پنجويه فوٽ اوچو آهي.

بکر جو قديم قلعو عرب سپهه سالار شيخ ابوتراب ۱۶۱ هجري ۷۸۷ع ۾ فتح ڪيو. سندس مقبرو ٺٽي ضلعي ۾ ميرپور ساڪرو تعلقي ۾ گجوءَ جي ويجهو آهي.

بهرحال بکر جو نالو سمجهيو وڃي ٿو ته نورهين صديءَ جي اوائل ۾ اڀريو. اڪبر جي دور حڪومت ۾ هي برصغير جي گاديءَ جو هنڌ ٿيو. انهيءَ جي راءِ ۾ "هي قلعو پنهنجي ناقابل تسخير خاصيت سبب برصغير ۾ ڪافي مشهور هئو. دهلي جي غوري، غزنوي يا تغلق گهراڻن مان هن تي ڪامياب ڪاهه بابت ڪو رڪارڊ نه مليو آهي. ۽ شاهه بيگ ارغون (۱۵۲۰ع) ۾ هڪ سازش تحت هن تي قبضو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. ۱۵۴۰ع ۾ سلطان محمود خان هن کي همايون خلاف استعمال ڪيو." (سورلي ۳۲۹)

"شاهه بيگ ارغون ۱۵۲۲ع تي بکر پهتو ۽ حڪم ڏنائين ته لالي مهر ۽ سندس ماڻهن کي قلعي تي چاڙهيو وڃي. ۽ ڊاريجن اڳواڻن جن هن جي گورنر سان مقابلو ڪيو، انهن کي هڪ رات ۾ ماري سندن لاشا قلعي جي برجن تان اڇليا ويا ۽ ان وقت کان هن جو نالو "خوني برج" پيو.

اتان جي سيدن کي روهڙيءَ ۾ لڏرايو ويو. اروڙ جي قلعي کي ڊهرائي انهيءَ سامان مان بکر واري قلعي جي نئين سر اڏاوت ڪئي وئي."

(پنوهر ۳۸۱)

”۽ بکر سندس گادي۽ جو هنڌ بڻيو ۽ پوءِ ١٨٠٩ ۽ ١٨٢٤ ڌاري هي قلعو ٽالپرن جي هٿ هيٺ آيو.
١٨٣٩ ۾ مير رستم خان ٽالپر هڪ سازش هيٺ انگريزن کي افغانستان سان جنگ جوڙڻ لاءِ پنهنجا، علائقا استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏني۽ ١٨٤٢ ۾ هي شهر انگريزن جي هٿ ۾ آيو.“ (سورلي ٣٤٠)

## ٻٽڙي وارو ڀڙو (Batri-waro Bhiro)

هي۽ پڊ شهدادپور کان ڇهن ميلن جي مفاصلي تي سرهاڙي استيشن روڊ تي ضلع سانگهڙ ۾ آهي. هي ماڳ پنجهن کان ستين صدي عيسوي اندو ساساني دور سان تعلق رکندڙ محسوس ٿئي ٿو. ٻي چار دڙا هٿ آس پاس موجود آهن. هتان ٻنا ڇتسالي۽ جي ٽانو لڌا ويا آهن. (مجمدار ٣٥)

## باربيرڪن - ڀنڀور - ديٻل
## Barbaricun-Bhambhore-Debal

ماڳ، گهاري نار جي اتر طرف، ڪراچي۽ کان چاليهه ميل، اوڀر طرف، ڪراچي - حيدرآباد هاءِ وي تي ضلع ٺٽي ۾ موجود آهي.
سمجهيو وڃي ٿو تہ سنڌ جو هي قديم بندر، سڪندر اعظم جي ساٿي نيارڪس ٣٢٥ ق - م (Barce) جي ڀالي ساڻ ٻڌايو هئو.

ڀنڀور جا کنڊر، ٺٽي وارين ٽڪرين دڙي جي ڏاکڻين چوٽي کان وٺي اتر طرف واري قديم رستي تي پکڙيل آهن. قديم قبرستان هن رستي جي ڏکڻ طرف لڳو لڳ آهي.

ڀنڀور ماڳ محمد بن قاسم وارو ديبل آهي؟ هن تي ڪافي مورخن جي پاڻ ۾ ڏي وٺ هلي.

۱۹۵۸ع ۾ محڪمه آثار قديمه پاران هن ماڳ جي اوٽهي کوٽائي ٿي، جنهن موجب هتان ٽن دورن جا آثار ظاهر ٿيا. سڀ کان هيٺيون طبق اسلامي دور سان تعلق رکندڙ آهي. جڏهن ته کان هيٺيون هندو ٻڌ ڌرم دور سان وابسته آهي ۽ ٽيون دور سٿين پارٿين وارو دور آهي.

## سٿين پارٿين وارو دور

هن دور جا اهڃاڻ سڀ کان هيٺاهين تهه منجهان لڌا ويا آهن ۽ پنجوڙهه، ٺيڪر، ٺوٺ، هيٺ کوٽائيءَ کان پوءِ ظاهر ٿيا آهن. هتان لڌل ٿالهون ۾ يوناني دور سان مشابهت رکندڙ ٿانو قابل ذڪر آهن، جن تي سنهي پالش ٿيل آهي. ان کان سواءِ سٿين ۽ پارٿين دور جا ٿانو به هتان لڌا ويا آهن. (خان ۱۹۶۸-۱۸۲)

سنڌ ۾ سٿين لوڪن جي حڪومت ۷۰ ق-م کان ۴۶ع پارٿي لوڪن جي حڪومت ۴۶ع کان ۷۸ع تائين هئي. (پنوهر ۹۶)

مٿيان لوڪن جو تعلق يورپ جي هڪ خانه بدوش قبيلي سان آهي، جيڪي ڪاري سمونڊ جي اتر وارين چاڙهين تي آباد هئا. يونانين سان سنڌن واپاري ناتا هئا، ۽ پارٿي راڄڌاني ذڪر اولهه ايشيا، جنهن ۾ خراسان ۽ اتر اوير ايران به شامل هئا اچي وڃي ٿي.
(ڪولينس جهم انسائڪلو پيڊيا ۹-۲۴۰-۱۹۹)

۱۷۰-۱ع ۾ ٻنڀور، باربورڪان جي نالي سان وڏو بندر هئو. ان وقت سنڌ تي هڪ پارٿيائي راجا جي حڪومت هوندي هئي. هن وڻجارڪي بندر تان روانگي ۽ آمدني واپار ٿيندو هئو. ٻيندڙ وکرن ۾ قيمتي پٿر، ريشم جو ڌاڳو، چين جي پشم، گرم مصالح، ڪولتر، سوٽي ڪپڙو ۽ نير هوندا هئا، جي مڪاني پيدائش هوندا هئا. (ليمبرڪ ۸۲-۲۳۴)

## هندو ٻڌمت دور

اسلامي دور کان هيٺ هندو ٻڌمت جا آثار نظر اچن ٿا. ٻين عمارتن سان گڏوگڏ قابل ذڪر ”سوامندر“ ٻڻ آهي. ماڳ جي اولهين پاسي مندر جي ديوار آهي جنهن تي پلاستر تي ڳاڙهي رنگ سان پينٽ ٿيل آهي. مندر جي ديوار ڪچسري آهي.

”هتان ليندڙ ٿانون ۾ ڪي سادا آهن، ڪن تي چٽ آهن ته ڪي وري ٽين سان سينگاريل آهن. ۽ ڪن شين تي پورٽونا گري لکت ۾ ڪجهه شيون لکيل آهن.
(خان ۱۹۶۸-۱۸۲)

ان دور ۾ سنڌي پروٽو ناگري لکت ۾ لکي ويندي هئي. (پنو نمبر ١٣٥)

٧١١ع ۾ محمد بن قاسم سنڌ تي ڪاهه ڪئي. منجنيق (هڪ لڙائيءَ جي مشين) ذريعي پٿر وارن جي مڙهيءَ ڊاٿي وئي. شهر جو چوٿون حصو مسلمانن جي ملڪيت ۾ شامل ٿيو. ٻين ڏيهن تائين ٿرلت جي اجازت هئي. چار هزار مسلمان اتي آباد ٿيا. مسجد جوڙائي وئي. حامد بن ابن والتجدي ديبل جو گورنر مقرر ٿيو. (پنو نمبر ١٣٦)

## مسلمانن جو دور

ماڳ جي کوٽائيءَ منجهان اسلامي دور جو هڪ کوٽائون شهر هٿ آيو آهي. ڪوٽ واري پٽ جي ڊيگهه ٢٠٠٠ فوٽ ۽ ويڪر ١٠٠٠ فوٽ آهي. شهر ان حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ اميرن جو شهر، ٻيو غريبن جو.

شهر چوڌاري ڪوٽ اميه دور جي خليفن طرفان ڪرايو ويو. عباسي دور حڪومت (نائين ڏهين صدي عيسوي) ۾ ان جي مرمت ٿي. ان کانپوءِ ڏهين ٻارهين صديءَ ۾ جڏهن سلطان جي حڪومت هئي. ان ڪوٽ کي ٽي دروازا آهن.

ڪوٽ جي اتر اوڀر طرف هڪ قديم ڍنڍ آهي، جنهن جا ڪنارا مضبوطيءَ سان ٺهيل آهن جيئن ٻوڏ ۽ پاڻيءَ جي واڌ جي صورت ۾ نقصان نه ٿئي.

ڏڙي جي اوڀر طرف ڪوهن جبون قطارون آهن. ڪوٽ جي اتر طرف صنعتي علائقو آهي. ڪوٽ جي وچ ۾ هڪ جامع مسجد آهي، جا ١١٢٧ع سان تعلق رکي ٿي ۽ برصغير جي سڀ اوائلي مسجد آهي. سنڌ مڪتب ۽ انتظامي بلڊنگ آهي.

٨٩٣-٩٤ع ۾ ديبل ڌرتي ڌڏڻ سببان تباهه ٿي ويو. ۽ اهو دور سنڌ ۾ عباري خاندان جو آهي.
(پنوهر ١٨٩)

تحفة الڪرام موجب پنوور ۽ ڪي ٻيا شهر هارون الرشيد جي خلافت وقت شيخ علي تراب جي ڏينهن ۾ ڌرتي ڌڏڻ ڪري تباهه ٿي ويا هئا. بهرحال ديبل تيرهين صدي عيسوي ۾ جو ڪنهن حد تائين هڪ مکيه شهر هئو. سلطان جلال الدين خوارزم شاهه ديبل کي فتح ڪري ڇڏيو ۽ هڪ مندر ڊهرائي اتي مسجد ٺهرائي ۽ پوءِ چنگيز خان جي پوءِ ڪان ١٢٢٣-٢٤ع ۾ هت اچي لڪو ۽ وڏيڪ امڪان هن ڳالهه جو آهي ته ديبل جلال الدين خوارزم شاهه جي قرلت ڪالپوه وري ڪڏهن به سنئين لڳين ٿي نه سگهيو هوندو. (لمبرڪ ٢٢٨-٨٢)

قرلت ڪانپوه خوارزم شاهه شهر کي باهه لڳائي ڇڏي. (پنوهر ٢٤٧)

ان وقت هيٺين سنڌ جي سومرن جي حڪومت

هئي، ۽ چنيسر سومرو ديبل جو حڪمران هئو.
(پنوهر ١ ٢٤٨)

## ڀوڏيسر (Bhodesar)

هي ماڳ ننگرپارڪر کان چار ميل اتر، اتر اولهه طرف ڏي آهي، جت جين ڌرم جا ٽي مندر آهن، جن لاءِ سمجهيو وڃي ٿو ته ١٣٧٥ع، ١٤٤٩ع ۾ ٺهيا هوندا. هت هڪ چار سو فوٽ ڊگهو ۽ ٻه سو فوٽ ويڪرو تلاءُ آهي جنهن ۾ برساتي پاڻي ڪافي وقت گڏ رهي ٿو.

روايت آهي ته ست سو سال اڳ جڳديو پرمار جي پٽ ڀوڏي پرمار اهو تلاءُ ٺهرايو پر ان پاڻي نه پئي آيو ۽ پوءِ برهمڻن جي چوڻ تي هن ديوتائن کي راضي ڪرڻ لاءِ پنهنجو پٽ قربان ڪيو. جنهن کان پوءِ تلاءُ ۾ پاڻي رهڻ لڳو. (سمت ١٩١٩-٣٣)

هتي ئي پرسان سنگ مرمر جي هڪ مسجد به ٺهيل آهي جا گجرات جي حاڪم سلطان محمود بيگڙي ١٤٣٦ع ۾ ٺهرائي.

## ڀنڀور جو دڙو (Bhambhor jo Daro)

هيءَ دڙو رتوديرو تعلقي ۾ نئون ديرو ريلوي اسٽيشن کان پنج ميل پري آهي ۽ مسٽر ڊڪشٽ ١٩٢٥-٢٦ع ۾ هن دڙي جي کاس ڪئي، ماڳ به

دور سان تعلق رکندڙ آهي.
ماڳ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ آهي.

## چانهر جو دڙو (Chanhar jo Daro)

هي دڙو نصيرآباد کان وڃڻ طرف وهندي اتر طرف آهي. ٻڌ دور سان تعلق رکندڙ آهي ۽ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ آهي.

## ڌامراهه جو دڙو (Dhamrah jo Daro)

هي دڙو ٻه اسٽوپا ۽ ٻڌ مذهب جي خانقاهن تي مشتمل آهي. رتو ديرو تعلقي ۾ آهي. هن جي ڏکڻ اولهه طرف ميهڙ وهندي هڪ دڙو نوشي جو دڙو به آهي. اهو به ٻڌ دور سان تعلق رکي ٿو ۽ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ آهي. (مجمدار ١٠٨١-٤٨)

## ٻڌيه (Bhudhia)

اهي قديم سنڌ جو اتر الهنديون پرڳڻو هئو جو سيوستان يا سيوهڻ پرڳڻي جي لڳولڳ اتر ۾ هئو ۽ اندازي موجوده لاڙڪاڻي ضلعي سڄي ۽ جيڪب آباد ضلي جي الهندي ڀاڱي تي مشتمل هو.

راءِ گهراڻي جي زوال وقت ڪاڪا راڄ هن پرڳڻي جي گاديءَ جو هنڌ هئو. تحفة الڪرام ۾ ڪاڪا راڄ جو ذڪر اچي ٿو. غالباً ضلع لاڙڪاڻي ۾ تعلقي

"ڪڪڙ" جو نالو اهيءَ قديم ڪاڪا راڄ جي بگڙيل صورت جي يادگار آهي.
(نبي بخش بلوچ چچنامو ۴۰۷-۴۰۲)

دادو ۾ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ ڪيترا ٻيا دور جا ماڳ آهن.

دور ۷۱۱ع محمد بن قاسم جي ڪاهه وارو آهي.

## گوريءَ جو مندر (Gori jo Mandar)

ٿرپارڪر ضلعي جي ويرا واهه جي اتر اولهه طرف چوڏهن ميلن جي مفاصلي تي جين ڌرم جو هي شاندار مندر موجود آهي. سندس ڊيگهه ۱۲۵ فوٽ ويڪر ۵۲ فوٽ آهي. چيو وڃي ٿو ته ۱۳۷۶ع ۾ هي مندر قائم ڪيو ويو هئو. (سمٿ ۱۹۱۹-۳۴)

ان دور ۾ سنڌ تي سمن جي حڪومت هئي ۽ سنڌ دهليءَ کي ڏن ڏيندي هئي. (پنوهر ۳۳۲)

## حيدرآباد (Hyderabad)

حيدرآباد 25°23' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68°25' ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. (سمٿ ۱۹۱۹-۴۰۰)

چيو وڃي ٿو ته حيدرآباد، اهو ساڳيو نيرون ڪوٽ آهي، جيڪو محمد بن قاسم، ديبل کانپوءِ فتح ڪيو.

محمد بن قاسم جي سنڌ فتح ڪرڻ کان اڳ سنڌ تي ۷۱۰ع ۾ حجاج، بذيل کي ڪاهه لاءِ موڪليو هئو،

جنهن کي راجا ڏاهر جي پٽ جئسين شڪست ڏني هئي ۽ پوءِ، حجاج ڀيهر محمد بن قاسم کي سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو. ان وقت نيرون ڪوٽ تي هڪ ٻڌ حڪمران هئو. ديبل جي فتح کانپوءِ هن نيرون ڪوٽ جا دروازا عربن لاءِ کولي ڇڏيا ۽ پاڻ پيش پيو. محمد بن قاسم ٻڌ مندر جي جاءِ تي مسجد جوڙائي ۽ پاڻ سيوستان روانو ٿي ويو: (قليچ بيگ مرزا ٢٤٧)

ڊاڪٽر بلوچ واري چچنامي جي صفحه ٤٠١ موجب محب الله ڀکري جي حيدرآباد جي باري ۾ هيءَ راءِ آهي، ته شهر جو بنياد نبوت ۽ هجرت واري پنجين سال ۾ پيو هئو ۽ مغلن جي فتح کانپوءِ هي شهر حيدرآباد ڪوٺجڻ لڳو. چاڪاڻ ته حيدر قلي ارغون هن کي نئين سر تعمير ڪرايو.

بهرحال سترهين صدي عيسويءَ ۾ مڪيه ديلتا جو منڍ ڪهڙو ڪري حيدرآباد کان وبهارو ميل ڏکڻ اوپر طرف هئو. حيدرآباد ان وقت تائين نيرون ڪوٽ سڏبو هئو ۽ وڏي اهميت وارو شهر هو.

۽ پوءِ جڏهن غلام شاهه ڪلهوڙي سنڌ تي حڪومت قائم ڪئي ته ١٧٦٩ع ۾ هن خدا آباد مان ڦيرائي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ نيرون ڪوٽ ۾ رکيو جت ڏهه سال اڳ ١٧٦٨ع ۾ هن هڪ ڪوٽ پڻ اڏايو هئو. (لمبرڪ ٨٢-٣٣٤)

١٧٨٣ع ۾ آخري ڪلهوڙي حاڪم ميان عبدالنبيءَ

ڪانپوءِ سنڌ تي ٽالپرن جو راڄ شروع ٿيو ۽ سنڌ ٽن حصن ۾ ورهائجي ويئي. حيدرآباد ۽ شهدادپور جي حڪمراني، چئن يارن فتح علي، غلام علي، ڪرم علي ۽ مراد علي ٽالپرن (چارئي ڀائر هئا ۽ چار يارن جي نالي سان سڏبا هئا) جي هٿ ۾ آئي. خيرپور مير سهرابي ٽالپرن، مير سهراب خان جي حڪومت ۾ هئي. جڏهن ته ميرپور خاص تي مانڪاڻي گروهه جي ٽارو خان جو راڄ ٿيو.

۱۸۴۳ع ۾ سر چارلس نيپئر حيدرآباد تي ڪاهه ڪئي ۽ مياڻيءَ جي جنگ ۾ ميرن کي شڪست ڏئي حيدرآباد وارو قلعو ڦٽ ڪيو ۽ اهو قلعو اصلح خاني جي طور تي ڪم آندو. (سورلي ۱۷۰)

۱۹۰۶ع ۾ باهه لڳڻ سبب هڪ وڏو ڌماڪو ٿيو، جنهن ۾ اٺ ماڻهو مري ويا ۽ ٻيا ڪافي زخمي ٿيا. اندريون جايون جهڪيون ڊهي پيون ۽ پوءِ اهو قلعو شهري انتظاميه جي حوالي ڪيو ويو.

حيدرآباد ۾ ئي غلام شاهه ڪلهوڙي هڪ مٽيءَ جو ڪوٽ پڻ اڏرايو هئو جيڪو وڏي ڪوٽ جي حفاظت لاءِ هئو. اهو ڪوٽ شهر جي الهندي پاسي آهي هن ئي ڪوٽ ۾ شيخ محمد مڪائيءَ جو به قبو آهي. اهو شيخ عربن [illegible] ڪالهوڙن اتي حاڪم ڪري رکيو ويو هئو.

شهر جي ڏکڻ پاسي ۾ گنجي ٽڪر تي ڪيترن ئي

بزرگن ۽ اوليائن جا مقبرا آهن.

جڏهن ته اتر طرف ميرن جا مقبرا آهن. جن ۾ اتر وارا ڪلهوڙن جا مقبرا آهن ۽ ڏکڻ وارا ميرن جا. غلام شاه ڪلهوڙي جو مقبرو پڻ اتي آهي جو ڪافي سڌريل حالت ۾ موجود آهي. ميرن ۾ قديم مقبرو مير ڪرم علي خان جو آهي جو سندس حياتيءَ ۾ ۱۸۱۲ع جوڙايو ويو هو. (سمت ۱۹۱۹-۶۹)

## (Jhirak) جهرڪ

جهرڪ 25°3' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68°18' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ضلعي ٺٽي ۾ آهي. چوني جي پٿر جي ٽڪرين تي سنڌو جي ساڄي ڪپ تي آهي. سر چارلس نيپئر هت ملٽري ڊيپارٽمينٽ قائم ڪئي هئي ان ڪانسواه ضلعي جو سربراه پڻ هت رهندو هو.

(سمت ۳۴)

جهرڪ ۾ ٺي ديهه شهخانيءَ ۾ هڪ سڌي لڪر تي هڏن جي شهر جا آثار موجود آهن. هيءَ ماڳ جهرڪن کان ٽي ميل اوڀر طرف آهي. ۽ مڪاني ماڻهو هن کي ڪافر ڪوٽ يا راجا ساجي راڻ جو ڪوٽ سڏين ٿا.

## (Jhimpir) جهم پير

جهم پير ضلع ٺٽي ۾ ريلوي اسٽيشن جهمپير ويجهو هڪ ڳوٺ آهي. هت هڪ شو جو مندر آهي. ۾ ادائي

ميل اوپر طرف امير پير جو مقبرو آهي. جيڪو هڪڙيءَ ٽڪريءَ تي آهي جتان سونهري ڏيک پڻ نظر اچي ٿي. پير جي اصلي قبر هڪ غار ۾ آهي. اتي ئي هڪ ٽڪر تي آغا خان جو مڪان آهي جو ايران مان آيو هئو، جنهن کي سر چارلس نيپئر، سنڌ تي فتح ڪان اڳ، هڪ فوجي دستي تي ڪمانڊ لاءِ مقرر ڪيو ۽ اهو جهرڪن ۾ رهندو هئو. حروچڻ هن تي حملو ڪيو، جنهن ڪري هو هتان هليو ويو. بهرحال خواجه طبقي جا گهڻا ماڻهو هن پاسي سان تعلق رکن ٿا.

(سيمٽ ٥٦)

## جهوڪ (Jhok)

ميرپور بٺوري کان ست ميل پري، ميرپور بٺورو ناڙيءَ جي وچ تي هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي. هتي صوفي شاهه عنايت جو مقبرو آهي. پاڻ جهوڪ کان هڪ ميل پري ميرانپور ۾ ١٦٦٠ع ۾ جنم ورتائون. تعليم ۽ تربيت برهانپور ۾ خواجه عبدالمالڪ ۽ شاهجهان ۾ شاهه غلام محمد کان حاصل ڪيائون.

تعليم وٺي واپس ٿي ۾ آيا، جتي سندس ڪافي مريد ٿيا. جنهنجي ڪري عالمن اعتراض ورتو. ۽ پوءِ پاڻ جهوڪ ۾ آيا، اتي پنهنجي خانقاهه اڏيائون. شاهه عنايت صوفي پنهنجي ابائي زمين کي گڏيل ملڪيت قرار ڏني ۽ مساوي بنيادن تي سندس مريد، ڪوڙالا ۽

پاڙيسري زمين آباد ڪندا هئا ۽ برابريءَ سان مساوي حصو ڪندا هئا. انهيءَ ڪري اقتصادي انتظام جي ڪري ڳي زميندار، ڪلهوڙا، شاه عبدالڪريم جا پوٽا سيد، سنڌس مخالف بڻيا، ۽ مٿائنس ڪفر جون فتوائون صادر ڪيون ۽ دهليءَ جي مغل حاڪم فرخ سير وٽ دانهون ٿيا، ته شاه عنايت سنڌ کي آزاد ڪرائڻ لاءِ ڪم ڪندي رهيو آهي. دهليءَ جي بادشاه ميان يار محمد ڪلهوڙي، سيوي ۽ ٺٽي جي خواجن کي، سنڌس خلاف، ٺٽي جي ناظم نواب اعظم جا هٿ مضبوط ڪرڻ جو حڪم ڏنو. ۽ هنن سڀني گڏجي شاه ۽ ان جي فقيرن تي ڪاه ڪئي. جنهن جو جواب فقيرن سٺو ڏنو. پر پوءِ قرآن شريف وچ ۾ آڻي شاه لاءِ ڪوششون ڪري وٺي وٺي ڀڃايو ۽ ڀهاني سان صوفي شاه عنايت ۽ هن بزرگن کي ٺٽي آڻيو ويو ۽ ١٧١٨ع ۾ شهيد ڪيو ويو.

(سنڌ ۾: مرزا قليچ بيگ ٣٤٠-

پير حسام الدين راشدي ٢٥٤)

## ڪاهوءَ جو دڙو (Kahu jo Daro)

ميرپور خاص جي اتر طرف اڌ ميل کن ٻڌ مذهب وارن جي مندر جو دڙو آهي. ريلوي اسٽيشن جي قائم ٿيڻ کان اڳ ڊائين ماڳ کي ڪا اهميت ڪانه هئي، پر پوءِ ڪوٽائي دوران مسٽر جيمس ڪئمپبل

کي چٽساليءَ واريون سرون ۽ مورتون نظر اچن. ۽ ان ڪانپوءِ ۱۹۰۹ع ۾ محڪمي آثار قديمه جي سپرنٽنڊنٽ مسٽر ايچ- ڪزنس ماڳ جي کوٽائي ڪرائي ۽ سمورو احوال پنهنجي ڪتاب اينٽي ڪئٽيز آف سنڌ ۾ لکيو. سندس راءِ موجب هيءُ مندر ۴۰۰ع ۾ اڏيل تعمير ٿيل آهي. لمبرڪ جي ڪتاب ”سنڌ مسلمانن جي فتح کان اڳ“، ۾ لکيل آهي ته مشهور چيني سياح يوئان چانگ جڏهن ستين صدي عيسوي (اٽڪل ۶۴۴-۶۳۰ع پنوهر ۱۱۹) ۾ سنڌ ۾ آيو ته هن هتي سوين ٻڌ ڌرم جون مڙهيون ڏٺيون، جن ۾ اٽڪل ڏهه هزار پوڄاري رهندا هئا. يوئان چانگ جي راءِ ۾ ”استوپا، راجا اشوڪ پنهنجي حڪومت (۲۷۳-۲۷۲ ق- م پنوهر ۸۷) ۾ انهن هنڌن تي تعمير ڪرايا، جتي جتي مهاتما ٻڌ جا پاڪ نشان مليا هئا، ۽ اشوڪ جي هدايتن هيٺ ارهت اپار گپت، سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم جي ڦهلاءَ واسطي ڪم ڪيو هئو.“ لوحزن پنهنجي هڪ مضمون ۾ لکي ٿو، ”هي مندر فن تعمير جو نادر نمونو آهي، هن سان ڪيتريون چٽساليءَ واريون تختيون، ٻڌ جون مورتون نقش، ٺپا وغيره هٿ آيا آهن. هڪ هڪ نقش اهڙو به آهي، جنهن تي ’ڪرتي مک‘ جي مورت آهي. يعني اهڙو شينهن جنهن جو ذڪر ڏند ڪٿائن ۾ عام آهي.

ٻڌ پيروان جي ڪن مورتين ۾ پيشانيءَ جي چوگرد نوراني دائرو پڻ آهي. ان ڪانسواءِ ڪنول جي پتن

جي لڙهي جا بہ نقش موجود آهن.

ميرپور خاص جي هڏ مندر ۾ اولهہ وارو حصو غير معمولي نوعيت جو آهي. هن هڏ، سندس بنياد ۾ هڪ ڏيوڙو تعمير ٿيل آهي، جنهن تي ٽي محراب جڙيل هئا. انهن محرابن مان هڪ تي هڪ نوجوان جي مورتي ٺهيل هئي جا هن وقت بمبئي جي پرنس آف ويلز ميوزم ۾ رکيل آهي.۹

هن مندر مان هڪ سون ۽ چانديءَ جي باريڪ دبلي پڻ لڌي وئي آهي. ليمبرڪ جي خيال ۾ تہ ٻڌ ڀڪشو جي باقيات ٿي سگهي ٿو هن دبليءَ پرسان لڌل شيشي ۾ ارهٽ اپارگپت جي رک هجي. جا پوءِ هن مندر ۾ رکي وئي هجي.

ڪاهوءَ جي دڙي مان مسلمانن جي دور جا بہ سڪا لڌا ويا آهن.

(سمٿ ٣٧-٣٦-٦٦-٨٠—لوهزن
ليمبرڪ ٢٢٠-٢١٩)

## (Kalan Kot) ڪلان ڪوٽ

هيءُ ڪوٽ مڪليءَ جي ٽڪريءَ کان ڏيڍ ڪوهہ پنڌ تي ڏکڻ طرف آهي. مرزا قليچ بيگ جي ڪتاب "قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" ۾ ڪلان ڪوٽ بابت ذڪر آهي تہ هن قلعي جو قديم نالو ڪلاراڄ هئو ۽ پوءِ اهو ڦري ڪلان ڪوٽ ٿيو. ٻيا وري اهو لفظ ڪليان ڪوٽ آهي يعني آرام جو قلعو.

ڪلان ڪوٽ جي معنيٰ وڏو ڪوٽ به ٿي سگهي ٿي. ماڻهن جي راءِ موجب سيوهڻ جي ڪافر قلعي ڏيان هي به سڪندر بادشاهه (الڪل ۳۲۵ ق- م) جي ڪنهن سپهه سالار جو ڏاهيل ٿو ڏسجي. بهرحال ڪوڙائي ڪالهه ڪمل آهي، جو صحيح ڄاڻ پوي. پوءِ ڍنهنجي ڪرونالاجيڪل ڊڪشنري جي صفحي ۸۸ تي هن قلعي بابت لکي ٿو ته "ٿي سگهي ٿو اهو ڪالو ڪالي ديوي جنهن جو مقبرو مڪليءَ جي هڪ غار ۾ آهي اتان ورتو ويو هجي."

اتي ٿي ڄام تغلق (ڄام جونو II) هڪڙو ڪوٽ اڏايو (۱۴۲۸ع) ۾، پر ان کي پورو ڪرائي نه سگهيو. هن جو نالو تغلق آباد ٿيو. ۽ سندس پونيرن اهو پورو ڪرايو ۽ تني جا سورا ۽ سما ڄام هتي رهندا هئا. (مرزا قليچ بيگ ۳۴۲-۳۴۹) (پنوهر ۳۸۸-۳۴۶)

## قنبر (Kambar)

هي شهر ضلعي لاڙڪاڻي ۾، لاڙڪاڻي شهر جي اتر کان اولهه طرف چوڏهن ميلن جي مفاصلي تي 27°35' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68°2' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي.

۱۸۴۴ع ۾ ابروچن هن شهر کي اڏي بنياد لڳرائي ڇڏي.

قنبر کان ڇهه ميل اتر اوڀر طرف گهارو ڪئنال

جي ڪناري تي فتح پور ويجهو شاهل محمد ڪلهوڙي جو مقبرو آهي جنهن گهارو ڪنال کوٽايو هو. هي آدم شاهه ڪلهوڙي جو پوٽو هو ۽ لاڙڪاڻي ۾ آباد ٿيو هو. سندس پڙ پوٽي نور محمد ڪلهوڙي سندس مرڻ کان ۱۵۸ سال پوءِ ۱۷۷۴ع ۾ سندس مٿان مقبرو جوڙايو. (ص ۶۰ لاڙڪاڻا ڊسٽرڪٽ)

## ڪراچي (Karachi)

ڪراچي 24°51' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°4' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. ڪراچي کي شروع ۾ ڪولاچي يا ڪلاچي؟ جو ڪن ڪوٺيو ويندو هو. هتي ڪن مهاڻن جا گهر هوندا هئا، يا ڪي هندو واپاري رهندا هئا ۽ اهي ماڻهو جوکين جي جام جي نظر هيٺ رهندا هئا.

سنه ۱۷۹۲ع ۾ قلات جي خان جو ناني زرڪ خان، ميان عبدالنبي ڪلهوڙي کي ميرن خلاف مدد ڏيندي وڙهندي مارجي ويو، انهيءَ عوض ۾ ميان عبدالنبيءَ ڪراچي ۽ ڪورن وارو پاڳو قلات جي خان کي ڏئي ڇڏيو. پر سنه ۱۷۹۵ع ۾ مير فتح خان اهو هٿ ڪيو ۽ اتي هڪڙو حاڪم مقرر ڪيو. اتان جي هندو واپارين جي اپت مان آمدني اينديءَ هئي ۽ ۱۷۹۷ع ۾ ميرن انهن جي بچاءَ لاءِ منهوڙي ۾ هڪڙو ڪوٽ اڏرايو جو پوءِ انگريزن ۱۸۳۹ع ۾ ڊرتو.

۾ انگريزن جي آمد کانپوءِ سر چارلس نيپئر گاديءَ
جو هنڌ حيدرآباد مان ڦيرائي ڪراچيءَ ڪيو. جنهن
کانپوءِ ڪراچي ڏينهون ڏينهن وڌيڪ ترقي ڪرڻ لڳي
۽ هن وقت پاڪستان جو وڏو بندرگاهه آهي.
(قليچ بيگ ٢٤٢-٩٦)

# انگريزن جي دور ۾ اڏيل ڪي تاريخي آثار

## گورنمينٽ هائوس:

هي وڪٽوريا روڊ تي آهي. سر چارلس نيپئر چاليهن ايڪڙن جي ميدان تي اڏرايو هئو. سنڌس رٽائرمينٽ تي سنڌ گورنمينٽ اهو سنڌ جي ڪمشنرن جي رهائشگاهه لاءِ خريد ڪيو.

١٨٥٦ع ۾ جڏهن جنرل جيڪب سنڌ جو ڪمشنر ٿي آيو ته هن عمارت مٿان هڪ ماڙ منزل ٻي به ٺهرائي. ١٩٠٦ع ۾ هن ۾ بجلي ۽ پکا هنيا ويا ۽ هڪ سنگ مرمر جي تختي ٻن گهر جي ٻاهران هنئي وئي ته "هيءَ عمارت فاتح سنڌ سر چارلس نيپئر سنڌ جي گورنر اڏائي ۽ استعمال ڪئي." هتي ئي هڪ ڪمشنر، سر ايون جيمس سنڌ جي تاريخ تي قيمتي ڪتابن تي مبني هڪ لائبريري به شروع ڪرائي.

## فريئر هال ۽ بادشاهه راڻيءَ جا مجسما:

هي وڏو ڳاڻون هال شهرين واسطي سر بارٽل فريئر ٺهرايو. ۱۸۶۳ع ۾ هن جو ڪم شروع ٿيو ۽ ۱۸۶۵ع ۾ هن کي شهرين واسطي کوليو ويو. جيتوڻيڪ اڃا هن جو ڪم پورو نه ٿيو هئو. پر ان وقت جي ڪمشنر مسٽر مينس فيلڊ هن جو افتتاح ڪيو هئو. هن تي ڪل خرچ هڪ لک اسي هزار ٿيو هئو. هن هال ۾ ڪراچيءَ جا قديم چن وارا پٿر ۽ جنگشاهي وارا ڳاڙها ۽ خاڪي پٿر استعمال ڪيا ويا آهن. ۽ هن سان گڏوگڏ لائبرري به قائم ڪئي وئي. هڪ هال مٿينءَ منزل ۾ ۽ هڪ هيٺ قائم ڪيو ويو، جي ستر فوٽ ڊگها ۽ پنجتيهه فوٽ ويڪرا ۽ اٺيهه فوٽ اوچا آهن. ۽ انگريز آفيسرن جا پورٽريٽ پڻ ات لڳايا ويا. هال جي اولهه پاسي راڻيءَ جو مجسمو نصب ڪيو ويو. جڏهن ته اوڀر طرف ڪنگ ايڊورڊ ائين جو.

## ميڪس ڊينسو هال:

هي هال بندر روڊ تي ۱۸۸۶ع هڪ مشهور شهريءَ جي ياد ۾ اڏيو ويو. نو هزار سنڌس دوستن ڏنا ۽ ٻي رقم ميونسپالٽي فراهم ڪئي، مٿيون هال پنج سو ماڻهن جي ويهڻ جيترو آهي. جڏهن ته هيٺين طبق ۾ هڪ هال لئبرري لاءِ ۽ ڪجهه ننڍا ڪمرا آهن. هن جي اوپر طرف هڪ وڏو گهڙيال آهي جو راءِ صاحب رامداس مورارجي سوڪڙيءَ طور ڏنو هئو.

## سنڌ ڪلب

هيءَ ڪلب فرينئر حال جي اتر طرف قائم ڪئي وئي، هلڪي چن جي پٿرن سان اطالوي نموني ۾ ٺاهيل آهي. ۱۸۸۳ع ۾ قائم ڪئي وئي. هڪ نه ماڙ عمارت ۱۸۸۸ع ۾ اڏي وئي. جڏهن ته ۱۸۹۲ع ۾ سموڪنگ روم سميت چار ڪمرا اڏيا ويا. ۱۹۰۴ع ۾ ليون بلاڪ تعمير ڪيو ويو ۽ ۱۹۱۵ع ۾ ٻيو هڪ بلاڪ ٺهيو به ٺهيو.

## ڪراچي جيمخانا

ڪراچي جيمخاني جي هيءَ عمارت ۱۸۸۶ع کان آهي. هتي ڪراچيءَ جا يورپي ماڻهو ملي جلي جي خيال کان ايندا هئا.

## واءِ - ايم - سي - اي

هيءَ عمارت ۱۹۰۵ع ۾ کڙي ڪئي وئي ۶۲،۵۰۰ رپين ۾ تعمير ٿي هئي. ۽ اها هڪ هاسٽل هئي جنهن ۾ ارڙهن ماڻهن جي رهائش جو انتظام ڪيل هو. جڏهن ته پنج ايڪڙ زمين راندين وغيره لاءِ ڇڏيل هئي.

## ٽرنٽي چرچ

هيءَ چرچ سنڌ ۾ پهريون پروٽسٽنٽ طبقي وارن لاءِ ٺهيو. وڪٽوريا روڊ ۽ الفنسٽن اسٽريٽ جي وچ ۾

پندرنهن ايڪڙن تي اڏيو ويو. هن جو مکيه دروازو گورنمينٽ هائوس اڳيان هيو. هي بارٽل فريئر جي سنڌ ۾ آمد واري وقت جي اوائلي ڪمن مان هڪ هيو. هن جو پيڙهه پٿر لائين سيپٽمبر ١٨٥٢ع ۾ نصب ڪيو ويو ۽ مارچ ١٨٥٥ع، تي بمبئي جي بشپ هن جو افتتاح ڪيو. هن جو ٽاور هڪ سو پنجاهه فوٽ اوچو آهي. جڏهن ته ديول جو وچون پاڱو ١١٥ فوٽ ويڪرو.

## اسڪاچ ديول:

هيءَ چرچ ٻه وڪٽوريا روڊ ۽ الفنسٽن اسٽريٽ جي وچ ۾ مٿين ديول کان اڌ ميل کن اتر طرف واقع آهي. چوڏهين صديءَ جي گوٿڪ نموني ۾ ٺهيل آهي. هن تي چاونجاهه هزار ٽي سو روپيه خرچ ٿيو. هن جي پيڙهه جو پٿر ڇهين فيبروري ١٨٦٧ع بامبي آرميءَ جي ڪمانڊر انچيف سر رابرٽ نيپئر نصب ڪيو. ۽ ١٨٦٨ ڊسمبر ۾ افتتاح ٿيو.

## هولي ٽرنسٽ چرچ:

هي الفنسٽن اسٽريٽ تي آهي ۽ ١٨٤٥ع ۾ تعمير ڪئي وئي.

## رومن ڪيٿولڪ چرچ:

هيءَ چرچ صدر جي اوير ۾ آهي ۽ هن جو نهو

حصو نيپئر بئرڪس ۾ آهي. هيءَ چرچ ۱۸۴۵ ۾ قائم ڪيو ويو هئو. ۱۸۸۱ع ۾ هن کي هڪ نئين عمارت ۾ منتقل ڪيو ويو. هيءَ چرچ گوٿڪ نموني ۾ ٺهيل، آهي. ۽ اندران نقش نگار ٺهيل آهن

## ايمپريس مارڪيٽ

هيءَ مارڪيٽ پريڊي بازار صدر ۾ مارچ ۱۸۹۱ع ۾ قائم ٿيو. هن جي پيڙهه جو پٿر ست سال اڳ سر جيمس رکيو هئو.

## بولٽن مارڪيٽ:

بندر روڊ جي ڪاٺي طرف ٺاهيو ويو. ۸۷-۱۸۸۶ع ۾ وڏو پکيڙيو ويو. هي ان زماني جي ميونسپلٽيءَ جي پريزيڊنٽ مسٽر بولٽن جي نالي تي قائم ڪيو ويو.

## وڪٽوريا ميوزم:

سنڌ تي تحقيق ۽ کوجنا جي واڌاري لاءِ هي ميوزم سر چارلس نيپئر قائم ڪيو. لائبريري به شروع ڪئي وئي. ۱۸۵۲ ۾ بارٽل فريئر هن جو افتتاح ڪيو.

## مقام:

يورپين جو پراڻو مقام بندر روڊ جي ڪاٺي پاسي هئو. اتي هڪ قبر هيندي جي به آهي جنهن کي ۱۸۳۹ع

۾ سنڌين جي هڪ گروهه قتل ڪري ڇڏيو. قتل ڪندڙن ۾ شاهه بلاول جو هڪ مريد خليفو چاڪر هئو. مير نورمحمد ان کي گرفتار ڪرائي ڪراچيءَ موڪليو. ۽ ان کي انهيءَ ساڳي جاهه تي ڦاهيءَ تي چاڙهيو ويو.

انهن جاين ڪانسواءِ ڪراچيءَ جا باغ، پورٽ وغيره انگريزن جا يادگار آهن.

## ڪراچيءَ ۾ ٻيا يادگار!

### چوکنڊيءَ جو قبرستان:

هي قبرستان هڪ ميل ڪن جي اندر پکڙيل آهي. هن ۾ مختلف نمونن جا مقبرا موجود آهن. هن قسم جون قبرون ڪراچيءَ جي آس پاس، لسٻيلي ۽ ڏکڻ بلوچستان ۾ عام جام آهن. سمجهيو وڃي ٿو ته هنن قبرن جو تعلق ارڙهين صدي عيسوي سان آهي. جڏهن ڪي بروچ قبيلا هت آباد ٿيا هئا.

هي قبرون مخروطي انداز ۾ ٺهيل آهن. وڏين وڏين سرن تي انساني مورتن جا نمونا آهن. ڪي مقبرا مستطيل، ڪي چوڪنڊا، ڪي گولاوان آهن. ڪي مقبرا وري ٿلهن جي مٿان اڏيل آهن. عورتن جي مقبرن تي ڳهن جي اکر آهي ۽ مردانين قبرن تي تلوار، گهوڙن جي اکر آهي.

جڏهن ته ڪي قبرون پليٽ فارم يا ٿلهن تي اڏيل آهن. خان ٢٢٢)

**منگهو پير :**

ڪراچيءَ کان ڏهه ميل اتر طرف آهي. هتي هڪ پير پوريل آهي، جنهن کي مسلمان حاجي منگهو چون ۽ هندو لال جسراج. سمجهيو وڃي ٿو ته هي لال شهباز جي "چوٻاريءَ" مان هڪ "يار" هئو. ۽ هن جي پرسان هڪ مسجد پڻ اڏيل آهي.

**پرڳتي قبا:**

هي قبرون منگهو پير جي پرسان آهن. سخت چوني جي پٿر جي اکر جو ڪم ڪيل آهي. انهن مان ڪي ٿلهن تي ٺهيل آهن جن مٿان ٿلهن تي قبا اڏيل آهن. پرڳتي لسبيلا جي "نومرديز" قبيلي جي هڪ ڇاڙ آهي. سمجهيو وڃي ته هتي واري وڏي قبر سردار خان جي آهي جو هن قبيلي جو اڳوان هئو ۽ جو ڪين خلاف هڪ لڙائيءَ ۾ مارجي ويو.

ڪن قبرن تي ڪلام پاڪ جون سورتون به درج آهن ۽ هڪ تي ٩١٣ هجري لکيل آهي يعني ١٥٠٦ع. ان وقت ۾ سنڌ تي سمن جو راڄ هئو.

(سمٿ- ڪراچي ڊسٽرڪٽ ٥٣ کان ١٠٥)

**خيرپور ميرس (Khairpur Mirs)**

27°31' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68°45' ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. سنڌو درياهه کان پندرنهن ميل اوڀر

طرف ميران ڪنال جي ڪناري تي آهي. هي ميرن جي سهرابي گروهه جي گاديءَ جو هنڌ هئو ۽ مير سهراب خان ١٧٨٧ع ۾ هن کي اڏرايو هئو ۽ رياست جي گاديءَ جو هنڌ هوندو هئو. فيض محل هتان جي قابل ديد جاءِ آهي.

## خيرپور ناٿن شاهه (Khairpur Nathan Shah)

27°5' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°47' اوير ڊگهائي ڦاڪ تي سيتا ڪان اٺ ميل پري ضلع دادوءَ ۾ واقع آهي.

شهر ويجهو قاضي برهان الدين جو مقبرو آهي جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو بزرگ مديني جو رهاڪو هئو ۽ ست سو هجريءَ ۾ سنڌ آيو. نورمحمد ڪلهوڙي جي ڏاڏي شاهل محمد ڪلهوڙي جي پٽ نصير محمد ڪلهوڙي جو مقبرو، اوله، واري ڪاهه روڊ تي اڏيل آهي. مقبرو ١٧٠٨ع ۾ اڏيو ويو. اڪر جو سهڻو ڪم ڪمل آهي.

## خدا آباد (Khuda Abad)

خدا آباد، دادو ۽ سيوهڻ وچ تي ريلوي لائين تي آهي ۽ دادوءَ کان ست ميل ڏکڻ طرف واقع آهي. چيو وڃي ٿو ته اهو شهر ڪلهوڙي حاڪم ميان يارمحمد ڪلهوڙي ٻڌرايو، جيڪو ١٧٠١ع کان ١٧١٨ع تائين حاڪم هئو. حيدرآباد کان اڳ خدا آباد ئي سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هئو. جڏهن

غلام شاهه ڪلهوڙي ١٧٦٨ع ۾ سنڌ جي گاديءَ کي حيدرآباد منتقل ڪيو ته ان وقت کانپوءِ هن شهر جي اهميت ڏينهون ڏينهن گهٽجڻ لڳي. ١٧٨١ع ۾ آخري ڪلهوڙي حڪمران عبدالنبيءَ جي وقت ۾ هي شهر بلڪل تباهه ٿي ويو. چاڪاڻ ته ٽالپرن اتي اچي باهيون ڏنيون. هن وقت شهر جا ڪنڊر، خدا آباد ريلوي اسٽيشن کان ۲ فرلانگ پکڙيل آهن. ڪنڊرن جي وچ ۾ هڪ جامع مسجد پڻ آهي، جا ميان يارمحمد ڪلهوڙي اڏرائي. مسجد کان هڪ ميل پرتي يارمحمد ڪلهوڙي جو مقبرو آهي جو سندس حياتيءَ ۾ اڏيو ويو. جنهن ۾ کيس ١٧١٨ع يا ١٧١٩ع ڌاري دفن ڪيو ويو. هيءَ عمارت پنهنجي ٽائلس جي ڪم سببان شاندار عمارت هئي. (سمٿ لاڙڪاڻو ڊسٽرڪٽ گزيٽر ٤١)

هڪ خدا آباد هالا جي ويجهو به آهي ۽ شڪارپور جو نالو به ڪن ڏينهن ۾ خدا آباد رکيو ويو.

## لاهري بندر (Lahri Bander)

لاهوري بندر، لاڙي بندر يا لاهري بندر، ونگو ۽ راهو کي ملائيندڙ لنڊي ڪنار تي موجود آهي. هي بندر لاڙ جو بندر هئو. سمونڊ کان ست اٺ ڪوهه پري هئو. شهر جي بچاءَ لاءِ وڏو ڪوٽ هولد هئو. انهيءَ بندر کان ٺٽي ڏي مال ايندو هئو.

ڏهين عيسويءَ ۾ جڏهن عربن جي حڪومت جو زور ٽٽو، مقامي حالتون تبديل ٿيون، تيرهين ۽ چوڏهين صدي جي وچ ڌاري جڏهن سنڌوءَ پنهنجو وهڪرو مٽايو ته اصلي ديبل بندر، جنهن کي محمد بن قاسم فتح ڪيو، ڦٽي ويو ۽ ان جي جاءِ وري ٻين بندر ورتي جنهن جو ذڪر اسين ڪري رهيا آهيون.

لاهوري بندر ڪاري شاخ تي قائم ڪيو ويو* ۽ لوهارائي جو نالو ڏنو ويو. جيئن ته ديبل الڪل ڇهه سو سال سنڌ جو مکيه بندر رهيو، ان ڪري هي بندر به ديبل بندر ڪوٺجڻ لڳو. ساڳئي وقت ٺٽي کي به دريائي بندر جي حيثيت حاصل هئي. ان ڪري اهو به ديبل ڪوٺجڻ لڳو. مير معصوم شاهه جي زماني ۾ به لاهري ۽ ٺٽو ٻئي ديبل جي نالي سان ڪوٺيا ها.

١٥١٣ع ۾ پورچوگيزن سنڌ جي حڪمرانن جي اجازت ڪانسواءِ هت هڪڙي فيڪٽري قائم ڪئي. ۽ اهن لاهري بندر کي لاهوري بندر، ديوئل ۽ سنڌي ديوئلسنڌ ڪري ڪوٺيو. جڏهن ته انگريزن هن کي لاڙي بندر ۽ سٽي ديوئل ڪري سڏيو.

(بلوچ - چچنامو ٣٨١-٣٨٢)

*سمت جي ڪتاب ۾ هي بندر بگهاڙي جي شاخ تي (ڪراچي ڊسٽرڪٽ ٩٥) ۽ ڪرونالاجيڪل ڊڪشنري صفحه ٢٧٩ موجب ڪاري شاخ تي آهي.

هن بندر کان هڪ ڪوهه پري ڏاراجا جي راڻي جو شهر هو، جنهن کي ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ماراڻي ڇڏيو. انهيءَ قتل شهر جا نشان اڃا موجود آهن. اتر طرف ڪاڙههن سرن جو هڪ جهونو ڪوٽ آهي ۽ ان کان اڌ ڪوهه پنڌ تي بالوشاهه جو قبو آهي. (مرزا قليچ بيگ-92)

## لڪي (Laki)

لڪي دادو ضلع ۾ جبل جي ويجهو شهر آهي ۽ ساداتن جي جاهه آهي، جن کي لڪياري سيد ڪوٺيو وڃي ٿو. سڀني کان وڏو سيد صدرالدين شاهه آهي جنهن کي شاهه صدر ڪوٺيندا آهن ۽ جنهنجو قبو اڄ اتي موجود آهي. (مرزا قليچ بيگ-7)

## لاڙڪاڻو (Larkana)

هي شهر 27°33' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68°61' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. تاريخ مظهر شاهجهانيءَ ۾ هن کي "لدڪانه" پڻ ڪوٺيو ويو آهي. عام راءِ آهي ته لاڙڪاڻو، لاڙڪ ذات جي نالي سان ڏهل آهي، جي ڪنهن زماني ۾ لاڙڪاڻي جي آس پاس رهندا هئا. جيئن ته اتي گهڻا چانڊيا بروچ به رهندا هئا، ان ڪري اهو علائقو چانڊڪو پڻ ڪوٺبو هو.

هي علائقو نواب خان خانان اڪبر بادشاهه جي ڏينهن ۾ آدم شاهه ڪلهوڙي کي جاگير ڪري ڏنو. ڪلهوڙا حاڪم جڏهن خدا آباد لڏي وڃي ويٺا ته هت پنهنجو صوبيدار شاهه بهارو مقرر ڪيائون جنهن جي قبر اجا لاڙڪاڻي ۾ آهي. نورمحمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ لاڙڪاڻو هڪ وڏو شهر هئو. ڪلهوڙن هتي هڪ ڪوٽ پڻ اڏرايو جنهن کي ٽالپرن توبخانو بنايو. ۽ اتي ئي، انگريزن چرين جي اسپتال قائم ڪئي، جا وري ١٨٧١ع ۾ گدوبندر ۾ آندي وئي.

شاهه بهاري ڪلهوڙن جي نائب ١٧٧٣ع ۾ وفات ڪئي. سنڌس قبو غلام شاهه ڪلهوڙي اڏرايو هئو.

(سمت لاڙڪاڻو ڊسٽرڪٽ ٤٢)

(مرزا قليچ بيگ ٢٧٥-٣٠٠)

## مڪلي (Makli)

مڪليءَ جي ٽڪري پٻ ۽ هاڙهي جبل جي شاخ آهي. رني ڪوٽ واري ٽڪرن جي قطار مان آهي. پير پٺي کان ٽڪري ٻارهن ميل اتر ڏي وڃي ٿي ۽ ٺٽي جي اولهه تي ڇيڙو ڪري ٿي.

ترخانن کان وٺي ٺٽو گاديءَ جو هنڌ ٿيو. انهن جون به گهڻيون قبرون ۽ قبا اتي آهن. سمن ڄامن جا مقبرا ۽ مزارون به اتي آهن. چيو وڃي ٿو ته سوا لک اولياءَ اتي دفن آهن.

هتي ڪي اهم قبا هن رهت آهن:

چام نظام الدين سمو يا ڄام نندو جنهن جو مقبرو ١٥٠٨ سال جو ٺهيل آهي. سرون اڪريل استعمال ڪيون آهن، جن تي هندو آرٽ نمايان آهي. سمجهيو وڃي ٿو ته اهي سرون قديم مندرن جون استعمال ٿيل آهن ۽ اهو اڳ ۾ ٺهندو هئو جو سهڻين سرن کي ورڻي نئين سر استعمال ڪيو ويندو هئو. (هاڻي به اهو دستور رائج آهي.)

## ٢- مرزا جاني بيگ ۽ مرزا غازي بيگ

اڪبر بادشاهه جي ڏينهن ۾ مرزا جاني بيگ ٺٽي جو خود مختيار حڪمران هئو. اڪبر جي فوجن جو هن مردانه وار مقابلو ڪيو. پر نيٺ ڪوس آڻ مڃڻي پئي. ۽ پوءِ اڪبر جي بادشاهيءَ هيٺ ٺٽي جو حاڪم مقرر ڪيو ويو. ١٥٩٩ع ۾ سندس وفات ڪانپوءِ سندس پٽ غازي بيگ کي ٺٽي جو گورنر مقرر ڪيو ويو ۽ قنڌار جو پرڳڻو به ڏنو ويو. جتي ١٢-١٦١١ع ۾ هن کي قتل ڪيو ويو. پيءُ ۽ پٽ ٻنهي کي قبي ۾ دفن ڪيو ويو. پٿر جي ٺاهيل تي اٺ ڪنڊو قبو آهي. مٿين اڏاوت نيرين ڪاشيءَ وارين سرن سان ڪيل آهي. جنهنجي پاسن کان ناسي سرون استعمال ڪيل آهن. نقش نگار پڻ اڪر سان پٿرن تي ٺهيل آهن.

## ٣- نواب مرزا عيسيٰ خان ترخان

نواب مرزا عيسيٰ خان کي جهانگير ١٦٢٧ع ۾ ٺٽي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو هئو ۽ ڇهو وڃي ٿو ته ان وقت کان ئي سندس مقبرو ٺهڻ شروع ٿيو. ۽ ١٦٤٤ع ۾ هن جو ڪم ختم ٿيو. انهن ڏينهن ۾ ڪيس ڪابل فوج ۾ به مقرر ڪيو ويو، جتان هن مقبري لاءِ سرون گهرايون ۽ ڪنهن به راءِ موجب هي سرون جهونا ڳڙهه مان آيون هيون. هن جو مقبرو لڪر تي نمايان حيثيت رکي ٿو. هيءُ هڪ وڏي پٿر جي وچ تي آهي ۽ ستر فوٽ چورس آهي. ۽ هتي ٻارنهن ٻيون به قبرون آهن. جن جي چئني پاسن کان ٻه ماڙ ورانڊا آهن. سڄو ڦڪي رنگ جي اڪرڻ سرن سان ٺهيل آهي. اڪر ۾ قرآن شريف جون سورتون ۽ فارسي نقش اڪريل آهن. پرسان سندس خاندان جي عورتن جون قبرون آهن. ۽ عورتن جون قبرون سڌيون آهن البت اڪر جو ڪم ٿيل آهي. يعني انهن قبرن تي قبا اڏيل نه آهن. هي قبو متين قبر جي اتر طرف تي آهي.

## ٤- مرزا طغرل بيگ جو مقبرو

مرزا طغرل بيگ جو مقبرو هونئن ان قبن جي وچ ۾ آهي. هيءُ قبو ٻارنهن ٻيل ٻاون تي ٻڌل آهي. هي بڇڙي حالت ۾ آهي ۽ طغرل آباد هن جي نالي سان هئو.

## ۵- ديوان شرف خان ارغون جو مقبرو

هيءُ دهليءَ جي هڪ نواب وٽ وزير تي آهيو. هن کي دهليءَ مان اماليو ويو هئو. ڇهو وڃي ٺٽو نہ هن پنهنجي جيئري ئي قبو جوڙايو ۽ قبو سنہ ۱۶۳۸ع ۾ اڏيو ويو. ۽ هن جي قبي ۾ ڪاڙهوون سرون ڪتب آنديل آهن. هن تي ٺوري ۽ سائي رنگ ۾ ميناڪاري ٺهل آهي.

## ۶- نواب امير خليل خان جو قبو:

هي قبو ۱۵۷۲ع ۽ ۱۵۸۵ع جي وچ ڌاري جڙيل آهي ۽ هن وصيت ڪئي تہ کيس قبي جي ٻاهران دفن ڪيو وڃي. جو قبي ۾ ست وڏا بزرگ دفن هئا.

## ۷- مرزا عيسيٰ خان ترخان جو مقبرو:

هن کي اڪبر مرزا عيسيٰ خان ڪان الڳ سمجهڻ گهرجي. هي هيئين سنڌ تي پهريون ترخان حڪمران هئو. سندس مقبرو ۱۵۷۳ع ۾ جڙيو.

## ۸- سيد علي شيرازي جو مقبرو:

هي سيد ٺٽي جي مائهن طرفان همايون وٽ عمرڪوٽ ۾ تحفا ڪئي ويو. هن ۱۵۹۲ع ۾ . وفات ڪئي ۽ سندس مقبرو جو ڪين جي قبيلن جهڙو بڻايو ويو.

## ميرپور خاص (Mirpur Khas)

ميرپور خاص ٿرپارڪر ضلعي جو هيڊ ڪوارٽر آهي. 25°31' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 69°3' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي.

١٨٠٦ع ۾ مير علي مراد ٽالپر، ٽالپرن جي مالڪائي ڇاڙ لاءِ گاديءَ جي هنڌ طور چونڊيو ۽ بعد ۾ سرڪار ميرپور جي گاديءَ جو هنڌ رهيو.
(سمٿ ٿرپارڪر ڊسٽرڪٽ ٣٥)

ڏبي جي جنگ جي هيرو شير سنڌ مير شير محمد خان ٽالپر جي رهائش پڻ هن شهر ۾ هئي. موجوده مختيارڪار واري آفيس تي سندس رهائشي قلعو هئو، اهڙو ثبوت آفيس جي پٽ تي لڳل ڪتبي مان ملي ٿو.
(انا ميمڻ ملير ٢٣١)

## مياڻي (Miani)

هي ماڳ حيدرآباد کان اتر اوڀر طرف ڇهن ميلن تي آهي ۽ هت مهاڻن جي عارضي آبادڪاري هئي. ١٨٤٣ع ۾ چارلس نيپئر (انگريزن) هن جاءِ تي لڙائي ڪئي، سوڀ پاتي. (وڌيڪ ذڪر حيدرآباد ۾ ڏسو.)

## مٺي (Mithi)

24°44' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 69°51 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. نئون ڪوٽ اسٽيشن کان ڏهه ميل

ٻري واريءَ جي پٽن ۾ آهي. ٽالپرن جي دور جا ٻه قلعا هت موجود آهن.

## محمد طور (Mohd Tur)

سومرن جي ڏينهن ۾ هيءُ مکيه شهر هئو. محمد طور سومري ۱۲۵٦ع ۾ هي شهر ٻڌو ۽ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هئو. محمد طور سومري پندرهن سال حڪومت ڪئي.

۱۳۲۰-۳۱۷ ع ۾ سومرن پنهنجي گاديءَ جو هنڌ محمد طور مان ٺٽائي ڏي آندو. چاڪاڻ ته دريا ان کي پاڻي رهيو هئو. (پنوهر ۲۷۹)

## ننگر پارڪر (Nangar Parker)

ننگرپارڪر 24°21' ڊگري اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 70°67' اوير ڊگهائي ڦاڪ تي، ڪارونجهر جي ٽڪرين تي اڏيل آهي. هي شهر تاريخي ۽ سياحتي اهميت جو حامل آهي.

هتي مهاديو جو مندر آهي ۽ ٽمرت جي جاءِ ڪي سرڪارا چوندا آهن. سرڪارا جي ڏکڻ ڏي ٽڪري ٻهڪي جي گئون به آهي، جنهن جي ٿڻن مان پاڻي وهي ٽڪري حوض ۾ اچي ٿو ۽ هيءَ ٽڪري ٽمرت جي جاءِ آهي، جنهنجو تالو انچلي سر آهي جتي مهاديو جو لنگ آهي.

ڪارونجهر ڪڪر ۾ هڪ ڳاڙهي پٿر جي قطار آهي، جنهن لاءِ روايت آهي ته پانڊو ۽ ڪوروءَ جي جنگ ۾ دراڻي ڪنتي ڪي ڪو زخم لڳو ۽ آن پنهنجو رت انهن پٿرن تي اڇلايو، جنهن ڪري ڄاڻي ڳاڙها ٿي پيا ۽ اڄ تائين انهن کي راڻي ڌارا ڪوٺيو وڃي ٿو.

سمت لي تلاءَ پڻ آهن، جن ۾ جابلو چشمي جو پاڻي پوي ٿو. هت هڪ قلعو گوبندراءِ جي پٽ چندن جوڙايو جنهن کي انگريزن ١٨٥٩ع ۾ ڊهرايو.

(سمت ٤٤) (انا ميمنهن ملير ٢٢٤)

## (Nao Kot) نئون ڪوٽ

ڏکڻي تعلقي جو هي شهر ٿر جي دروازي جي حيثيت رکي ٿو. ٿر جي ڪنڊجهو ڪالپري دور جو وڏ ۾ وڏ سالم قلعو موجود آهي، جنهڪو مير علي مراد پنهنجي رهائش لاءِ جوڙايو.

## (Nasar pur) نصر پور

اهو شهر ٧٥١ هجريءَ ۾ سلطان فيروز جي حڪم سان سندس هڪ امير نصر ٻڌو: ١٣٢٠ع ڌاري ڪالپوءِ سومرن جي راڄ ۾ هي دودي جي حڪومت جو حصو ٿيو. ١٥٢١ع ۾ شاهه بيگ ارغون جي مرڻ ڪانپوءِ سندس پٽ مرزا شاهه حسن نصرپور ۾ ئي جي گاديءَ

تي ويٺو.

١٥٧٠ع ۾ مرزا محمد باقي اڪبر بادشاهه جي اچڻ جو ٻڌي، سنڌ ڪي مختلف حصن ۾ ورهائي اتي پنهنجا حاڪم مقرر ڪيا ۽ نصرپور ۾ پنهنجي پٽ مرزا شاهرخ کي رکيائين.

ڪلهوڙا حڪمرانن جي دور ۾ نصرپور ميان غلام شاهه جي هٿ ۾ هئي ۽ ان تي عطرخان ۽ سندس ڀاءُ احمد يار جي حڪمراني هئي. انهي ڀائرن ۾ جنگ لڳي. جنهنجو فائدو غلام شاهه ورتو. ۽ ان تي ڪاهي آيو ۽ سڄي سنڌ قبضي ۾ ڪئي.

(مرزا قليچ بيگ ٢٨٦)

## نوشهرو فيروز (Naushahro Feroze)

نوشهرو 26°50' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 11 اوير ڊگهائي ڦاڪ تي قائم آهي. ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ اورنگزيب مغل جي عهد ۾ سنه ١٦٨٤ع ڌاري ڪلهوڙن ساهتي پرڳڻو هٿ ڪيو. انهيءَ جي وڏي وارو فيروز ويروار هئو، جنهن نوشهري جو شهر ٻڌو. هن هتي نو پاڙا ٺهرايا ۽ نون ذاتين کي ان ۾ آباد ڪيو. مورو به انهن وقتن ۾ فريد پٽ معرفت ڪلهوڙن هٿ ڪيو.

١٧٨٢ع ۾ هالاڻيءَ جي جنگ ۾ مير فتح علي خان، ڪلهوڙن کان سنڌ کسي ته پهرين نوشهري فيروز

۾ آهي.
(سمٿ نوابشاهه ڊسٽرڪٽ ۳٦ - مرزا قليچ بيگ ۲۸۷)

## پاري ننگر (Pari Nangar)

پاري ننگر جا قديم آثار ۽ کنڊر هن وقت موجوده ننگرپارڪر شهر کان اتر طرف چوڏنهن ميلن جي پنڌ تي ويرا واهه ويجهو موجود آهن، هن وقت اتي لوهه جا وڏا لڪر ۽ پٿرن جا ڍير جابجا پکڙيل نظر اچن ٿا.

ڪچ جو رڻ عيسوي صديءَ تائين سمونڊ هئو، ننگر پارڪر جي اتر اوڀر ساموندي بندر هئو.

پاري ننگر جو بندر ۵۱۲ ق-م قائم ٿيو. ۽ ٻارهين عيسوي صديءَ تائين هن علائقي جو مصروف بندر هئو. ان وقت هن بندر کي بين الاقوامي حيثيت حاصل هوندي هئي. هتان جي جهاز راني هزارن ميلن تائين پکڙيل هوندي هئي. هتان جا ٻيڙا ڪچ ڀڄ، پور بندر ۽ مالابار کان ٿيندا، لنڪا ۽ سوماترا تائين پهچندا هئا.

پاري ننگر ۾ ان وقت جهازن جي تعمير ۽ مرمت جو به مڪمل انتظام هوندو هئو.

پاري ننگر کان اوڀر ۾ چند ميلن تي ڏونڊو جو ڳوٺ آهي، ات به اڳ بندر هوندو هئو، جنهن کي ۾ دڪا هوندا هئا ۽ جت ساموندي جهاز لنگر انداز ٿيندا هئا.

بهرحال زلزلن سببان هتان جون جاگرافوائي حالتون تبديل ٿي ويون، ۽ بندر وغيره ختم ٿي ويا.
پاري ننگر کي پهر جيسو پرمار سوڍي ١٠٥٦ع ۾ ٻڌرايو.

هن علائقي ۾ جين ڌرم وارا ماڻهو رهندا هئا. پنج مندر ڀڳل حالتن ۾ اڃا به موجود آهن. اڪر جو شاندار ڪم رهتي نظر اچي ٿو. سنگتراشي به سهڻي ٿيل آهي. هتي ٿي هڪ انسان جي قد جيترو بت لڌو ويو آهي. بهرحال هن شهر جي تباهي، ڪنهن مسلمان بادشاهه جي سببان ٿي.

تاريخ فرشته، ابن بطوطه ۽ منتخب التواريخ موجب سلطان علاوالدين دهلي مان سومرن کي ڦرڻ لاءِ هتان لنگهيو هئو.

ايم. ايچ پنوهر جي راءِ موجب ١٢٢٣ع ۾ جلال الدين خوارزم شاهه پاري ننگر کي تباهه ڪيو.
(اتا ميئهن ملير ١٤٨-١٦٤) (پنوهر ٢٤٩- ١١٢)

## رني ڪوٽ (Rani Kot)

رني ڪوٽ کي روني ڪوٽ، موهن ڪوٽ، نيرون ڪوٽ به لکن رني ڪوٽ ڪري به سڏيو وڃي ٿو. هي قلعو دادو ضلعي ۾ ريلوي اسٽيشن سان ڏکڻ اولهه طرف ارڙهن ميلن جي مفاصلي تي موجود آهي. چيو وڃي ٿو ته اهو دنيا جو وڏي ۾ وڏو قلعو

آهي جو ارڙهن ڪان ويهن ميلن جي گهيري ۾ آهي. قلعي جي ديوار لڪر مٿان ور وڪڙ ڪائي اڳتي وڌي ٿي. جا سراسري طرح ڏيهه فوٽ اوچي ۽ چهه فوٽ ويڪري آهي.

رني ڪوٽ جي بيهڪ مستطيل شڪل ۾ آهي، جنهن جي ڪوٽ جي اتر اولهه ڪنڊ کان ڏکڻ اوڀر ڪنڊ تائين هڪ قديم وهندڙ برساتي نئن آهي. هن نئن جا ٻي الڳ الڳ ٻالا آهن. قلعي اندر داخل ٿيڻ واري حصي کي نئن موهن ۽ قلعي جي اندر واري ويڪري کي نئن رن ۽ قلعي کان ٻاهر سنڌو درياهه تائين واري حصي کي نئن سن ڪوٺيو وڃي ٿو.

قلعي جون ديوارون پهاڙن تي اڏيل آهن، جن جي پڇاڙيءَ ۾ چوٽين تي ننڍا ننڍا قلعا آهن. ڪوٽ جي چئني طرفن تي پهاڙي بلندين تي چار قلعا تعمير ٿيل آهن جن ۾ سڀ کان اوچو قلعو شير ڳڙهه جو آهي جو سامونڊي سطح کان الڪل ۲ هزار فوٽ اوچائيءَ تي تعمير ٿيل آهي ٻئي نمبر تي اولهندي طرف وارو موهن ڪوٽ آهي. اتر طرف آمري ڪوٽ ۽ ڏکڻ طرف شاهه پير ڪوٽ. موهن ڪوٽ واري ليول تي بيٺل آهن. رني ڪوٽ جي وچ واري قلعي کي ميري قلعو ڪوٺيو وڃي ٿو. جو هڪ الڳ ۽ لاڪيري ٽڪريءَ تي ٺهيل آهي.

رني ڪوٽ ڪنهن اڏرايو، ڪن جي راءِ موجب

هي ڪوٽ يونانين ٺهرايو. ڪن جي خيال ۾ سٿين، رومين يا تاتارين ٺهرايو. ڪن جو چوڻ آهي ته اهو مغلن ٺهرايو. بهرحال گهڻن مفڪرن جي خيال ۾ مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان اهو قلعو ٺهرايو.

هڪ گروهه عالمن جو اهڙو به آهي جن جي راءِ ۾ قلعو بذات خود تمام گهڻو قديم آهي. البت ٽالپرن مرمت ضرور ڪرائي آهي.

بهرحال تحقيق تي رهي آهي ۽ پرولي اڃا منجهيل آهي. (صحرائي-مهراڻ رلي ڪوٽ نمبر ١٤٦-
بروهي ١٨٧)

## رتو ڪوٽ (Ratto Kot)

رتو ڪوٽ هي ماڳ سانگهڙ ضلعي ۾ کپري کان ٻارنهن ميل اوپر طرف نارا ڪئنال جي ڪناري ڪپ تي واقع آهي.

ان وقت جڏهن سنڌ ۾ ترخانن جو دور حڪومت هئو. ان وقت سنڌ تي مرزا باقي (١٥٨٥-١٥٨٦) جي حڪومت هئي. ان وقت رتو ڪوٽ، سوڍن جي قبضي هيٺ هئو. سوڍن مرزا باقيءَ خلاف سندس ڀاءُ جان بابا جي مدد ٻن ڪئي هئي، جنهن ڪي مرزا باقي قتل ڪرائي ڇڏيو ۽ ني سگهي ئو ته رتو ڪوٽ به سندس ني هٿان تباهه ٿيو هجي.

بهرحال هتان ملندر آثارن ۾ گوتم ٻڌ جي مورت

هندو ڌرم جي ديوتا جي مورت وغيره اهم آهن. ان کانسواءِ محمد بن تغلق ۽ مرزا باقيءَ جي دور جا سڪا پڻ هتان لڌا ويا آهن.

هتي ذڪر ڪيل شين جي آثار تي انومان آهي ته هتان شهر ٻڌ ڌرم جي زماني جو ڪو شهر هجي؟ کوٽائيءَ جي ضرورت آهي.

(عبدالله ورياهه سانگهڙ – ٢٣)

## روهڙي (Rohri)

روهڙي يا لوهري 27°41' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 58°56' ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي.

چيو وڃي ٿو ته اروڙ جي ڦٽڻ کانپوءِ هتان جا باشندا هتي اچي لڏي ويٺا ۽ روهڙي ”رور“ جو ٿي هڪ ڦٽل اکر آهي.

شاهه بيگ ارغون پڻ بکر سان سيدن کي لڏرايو هو جيڪي اچي روهڙيءَ ۾ آباد ٿيا هئا.

ٻه اڍائي سو سال اڳ جو روهڙيءَ جو ذڪر تاريخن ۾ هن ريت ڪيو آهي ته ”اتي چاليهه مسجدون هونديون هيون جت ڪلام پاڪ حفظ ڪرايو ويندو هو ۽ ان کانسواءِ اسي ڦٽل مسجدون هيون.“

هتي قابل ذڪر آثارن ۾ وار مبارڪ اهم آهي. هي حضور صلي الله عليه وسلم جن جو وار آهي. جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو: شيخ نظام الدين جي نياڻي، عبدالباقي هت آندو هو، جيڪو حضرت ابوبڪر جي پوٽن

هئو. ۽ روهڙيءَ ۾ اچي آباد ٿيو هئو. هيءَ وار مبارڪ هڪ مولويءَ دهليءَ ۾ رکيل آهي جنهن کان خيرپور جي مير علي مراد سوکڙيءَ طور ڏني هئي.

هتان جي جامع مسجد ۱۵۸۳ع ۾ شهنشاهه اڪبر جي هڪ آفيسر فتح خان ٺهرائي، هيءَ مسجد ڪاڙهين سرن ۽ ٽائيلس سان لڳ ڀڳ سان آهي.

عيدگاهه به ۱۵۹۳ع ۾ ٺهي آهي جا به لڳ ڀڳ سان آهي.

ان کانسواءِ مير يعقوب علي شاهه ۱۶۷۷ع ۾ مسجد ٺهرائي، جنهن جي اڏاوت قلعي جهڙي نموني ۾ ڪيل آهي. هتي درياهه جي ڪناري تي هڪ وڏو تلهو ٺهيل آهي، جتي ۱۶۰۹ع کان ۱۸۸۳ع تائين جا قبا ۽ قبرون آهن جن تي اکر ۽ چٽساليءَ جو ڪم ڪيل آهي.

ستين جو آستان، لنڊڙن ـ ڪمرن جي قطار تي مشتمل آهي. چيو وڃي ٿو ته اهي پاڪ ٻيبيون هيون جن کڏهن به مردن جو منهن نه ڏٺو هو.

خواجه خضر جي مزار، روهڙيءَ آڏو هڪ ننڍڙي ٻيٽڙي تي آهي، جيڪو هڪ اڪر جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. هن مقبري کي مسلمان خواجه خضر ڪوٺين، جڏهن ته هندو جهندو پير، درياشاهه، اڏيرو لال ڪوٺين. هن پير لاءِ مختلف قسمن جون روايتون ٻڌي بيان ڪيل آهن.

روهڙيءَ جي آس پاس ٻيا به واري دور جا ماڳ به آهن جن جو ذڪر اڳتاريخي آثارن ۾ ڪيل آهي.

١٥٢٥ع ۾ جڏهن شاهه بيگ ارغون، بکر ۾ سلطان محمود کي ڇڏي گجرات ويو ته ڏاريچن لوهريءَ مان بکر تي ڪاهه پڻ ڪئي هئي، جنهن ۾ هو ڪامياب ٿي نه سگهيا هئا.

(سمت سکر ڊسٽرڪٽ ٥٣) (مرزا قليچ بيگ ٢٧٨)

## سکر (Sakhar)

سکر اتر ويڪرائي ڦاڪ 27°42' ۽ 68°54' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. سکر شهر ٻن حصن ۾ ورهايل آهي جن مان هڪ نئون سکر ٿو ڪوٺجي. جڏهن ته ٻيو پراڻو سکر، ٻنهي جي وچ ۾ ريلوي بند آهي.

معجهوو وچي ٿو ته هي شهر سنڌو نديءَ جي وهڪري مٿاڇ ڪانپوهه ارور جي ڦٽڻ ڪانپوهه آباد ٿيو هوندو. ۽ وڌيڪ ترقي وري شاهه بيگ ارغون جي ڏينهن ۾ ان وقت ورتي هوندي جڏهن هن بکر مان غير ضروري آباديءَ کي لڏايو هئو.

نادر شاهه جي زماني ۾ جڏهن بولان لڪ منجهان افغانستان سان واپار هلندو هئو ته ان وقت ۾ سکر وڌيڪ عروج تي پهتو. هي شهر ١٨٢٤ع ڪانپوهه ٽالپرن جي راڄ ۾ آيو. ۽ جڏهن انگريزن ١٨٣٩ع ۾ افغانستان

تي ڪاهه ڪرڻ تي چاهي، نه مير رستم خان سندن مدد لاءِ ڪين سکر ڪي اڏو بنائڻ جي اجازت ڏني هئي.

۱۸۴۲ع ۾ هي شهر ڪراچي، ٺٽي ۽ روهڙيءَ سان گڏ برطانوي حڪومت جو حصو بڻجي ويو.

سکر جا هيٺيان آثار نمايان اهميت رکن ٿا.

## آدم شاهه جو مقبرو.

هي مقبرو سکر جي اولهه طرف هڪ ٽڪر تي آهي ۽ اها ٽڪري، آدم شاهه جي ٽڪريءَ جي نالي سان مشهور آهي.

آدم شاهه ڪلهوڙو، ڪلهوڙن جو وڏڙو هئو. ۽ لاڙڪاڻي ضلعي جي چانڊڪي پرڳڻي ۾ ڪلهوڙن جو سردار هئو. ۽ مرزا عبدالرحيم جونپوريءَ جي مريدن مان هئو. (۱) ۱۵۸۹ع ۾ اڪبر بادشاهه جي نواب عبدالرحيم خان خانان کيس چانڊڪو جاگير ۾ ڏنو. ۽ آدم شاهه پنهنجي مرشد لال حسين وٽ ملاقات ڪرڻ لاءِ ملتان ويو، جتي کيس قيد ڪرائي شهيد ڪرايو ويو. (۲) (سمٽ جي ڪتاب موجب هن ملتان جي حڪمران سان جنگ جوٽي. سنڌس وصيت موجب کيس سکر جي ٽڪريءَ تي دفن ڪيو ويو. (۳)

---

۱- لاڀرن جي مختصر تاريخ صفحو ۸ مولائي شيدائي.

۲- قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۲۷۵. مرزا قليچ بيگ.

۳- " " "

معصوم شاهہ جو منارو:

مير معصوم شاهہ، مشهور تاريخ دان ٿي گذريو آهي. جنهن جي "تاريخ معصومي" سنڌ ني نمايان اهميت رکندڙ ابتدائي تاريخن سان هڪ آهي. مير معصوم سلطان محمود وٽ سپاهي هئو. ۽ پوءِ اڪبر بادشاهہ جي سپهہ سالار خان خانان سان گڏجي هن سنڌ فتح ڪئي. اڪبر ڪيس جاگير ۾ سکر عطا ڪيو. معصوم شاهہ جو منارو، مير معصوم شاهہ ۱۵۹۳ع ۾ جوڙائڻ شروع ڪيو. پر هي ڪم سندس پٽ چوڏهن ورهيہ پوءِ پورو ڪرايو. سندس منارو سو فوٽ اوچو آهي. هن مناري ڪانسواءِ هن ٻيون عمارتون بہ جوڙايون ۽ ڪتاب بہ لکيا.

سندس پيءُ سيد صفائي، سلطان محمود خان جي ڏينهن ۾ بکر جو شيخ الاسلام هئو ۽ پراڻي سکر واري جامع مسجد پڻ سندس ٺهرايل آهي.(۱)

## ساموئي (Samui)

ساموئي شهر ٺٽي شهر کان ٽي ميل اتر طرف آهي. ٺٽي کان اڳ سمن جي گاديءَ جو هنڌ سمجهيو وڃي ٿو.

۱۳۶۱ع ۾ علاءالدين جام جوڻو بن بابينو I سنڌ

---

۱- سنڌ گزيٽيئر سکر ڊسٽرڪٽ ۵۲ سٽ

جو حاڪم هئو ۽ ٣٧٤.ع ڌاري هي شهر ٻڌايو ويو.
١٤٦١-١٥٠٨ع ڄام نظام الدين عرف ڄام ننڊي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ ٺٽي ڦرائي ٺٽي ۾ آندو ۽ ان ڪالپوءِ هن شهر جي حيثيت گهٽجڻ لڳي.
(ايم- ايڇ پنهور ٣٦٠-٣٠٣)

## سانگهڙ (Sanghar)

هي شهر 26°3' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68°59' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي مڪيءَ جي ڊنڊ کي ويجهو آهي. هن ضلعي جو آزاديءَ جي تحريڪ ۾ نمايان ڪردار رهيو آهي. ١٨٩٠ع ۾ انگريزن خلاف حر تحريڪ هتان ابري. ١٨٩٦ع ۾ هن ئي شهر ۾ هڪ حر مجاهد بچوءَ کي سر عام ڦاسي ڏني وئي.
(سمٿ نوابشاهه ڊسٽرڪٽ ٤٥)
هن شهر بابت محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو ڪتاب سانگهڙ ناول هڪ اهم ناول آهي

## سدارن جو ٿل (Sadarn jo Thul)

ماڳ سعيدپور کان ٦ ميل پري گنجي ٽڪر جي ڏاکڻين پير ۾ آهي. ڪزنس جي راءِ ۾ هي ٿل اهڙين جاين تي ٻڌل تعمير ٿيل آهن. جتي جتي اشوڪ اعظم (٢٦٩ ق- م) ٻڌ مذهب جا مندر ڏهرايا هئا.
(لمبرڪ- سنڌ مسلمانن جي فتح کان اڳ ٢١٩)

ڀنڀارڪر سدارن جي ٿلهه ۽ سڌيرن جي دڙي کي
کشن مور ١٤٠-٦٥ع جي سوغات ڪوٺي ٿو.
(پنور ١١٠)
وڏيڪ ڏسو ڪاهوءَ جو دڙو ۽ جهڪڙ.

## سيوهڻ (Sewhan)

هي شهر 26°26' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°64'
ڊگهائي ڦاڪ تي اڙل جي ساڄي ڪپ تي واقع آهي.
جيڪو منڇر ڍنڍ سان سنڌو نديءَ ۾ جوڙ ڪري ٿو. (١)
سيوهڻ سنڌ جو قديم شهر آهي. ٣٢٦ ق-م
سڪندر اعظم جي زماني ۾ 'سنڌيمن' جي نالي سان
ڪوٺيو ويندو هئو ۽ ان وقت ۾ مٿين سنڌ يعني اروڙ
۽ ملتان تي برهمڻن جو راڄ هوندو هئو. جڏهن ته
هيٺين سنڌ، يعني سيوهڻ ۽ پٽالا ۾ ٻڌ مذهب وارن جو
راڄ هئو. ۽ سنڌيمن تي ٻڌ حاڪم "سامبس" جي
حڪومت هئي، جيڪو ڪن سياسي مصلحتن خاطر
سڪندر اعظم جي پيش پيو ۽ کيس وائسراءِ مقرر ڪيو
ويو. پر پوءِ هن بغاوت ڪئي ۽ نتيجي ۾ کيس گرفتار
ڪري قتل ڪيو ويو. (٢)
ستين صدي عيسويءَ ۾ سيوهڻ جو نالو سيوستان

(١ ۽ ١٠) سمٿ لاڙڪاڻو ڊسٽرڪٽ - ٤٨-٤٦).
(٢) ليمبرڪ سنڌ مسلمانن جي فتح کان اڳ
(١٤٢-١٤٥-١٤٧)

هئو. ٦٢٢ع ۾ راءِ سهرس بن سهاسي جي وقت ۾ سيوستان پرڳڻي جي گاديءَ جو هنڌ هئو، ۽ اتي جي حاڪم جي هٿ هيٺ ڏکڻ اولهه سنڌ وارا علائقا، الهندي وارا لڪر هوندا هئا. (٣)

٧١١ع ۾ راجا ڏاهر جي وقت ۾ (برهمڻن جي راڄ ۾) سيوهڻ جو حاڪم سندس سوٽ بجهراءِ بن چندر هئو. جو هتان جو گورنر مقرر ٿيل هئو. محمد بن قاسم ديبل ۽ نيرون ڪوٽ فتح ڪرڻ کانپوءِ سيوستان ڏي رخ رکيو. بجهراءِ بن چندر برهمڻ هئو ۽ هتان جي آبادي ٻڌ مذهب وارن جي، ان ڪري الهن سندس ساٿ نه ڏنو ۽ بجهراءِ ڀڄي پرڳڻي ۾ وڃي پناهه ورتي. (٤)

جڏهن سنڌ دهليءَ جي ضابطي هيٺ آئي ته ان وقت هت گورنر مقرر ٿيندا هئا. سنه ١٣٥١ع ۾ جام انڙ سمي دهليءَ جي بادشاهه پاران مقرر ڪيل ملڪ رتن ترڪ کي شڪست ڏئي، سيوهڻ کي آزاد ڪرايو. جڏهن ته وري سلطان علاءُالدين جو لشڪر سيوهڻ ۾ اچي سمن سان وڙهيو. ۽ ان وقت هتي جو حاڪم جام تماچي هئو. شاهه بيگ ارغون کي سيوهڻ حاصل ڪرڻ لاءِ ٻه ڀيرا جنگ جوٽڻي پئي. (٥)

---

(٣ ۽ ٦) پنوهر ڪرونالاجيڪل ڊڪشنري (١٠٨-٣٧٨)
(٤) بلوچ چچنامو (١٧١)
(٥ ۽ ٧) قليچ بيگ قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر (٢٥٩-٢٦٠)

جي گهرو لڙاين سبب سنڌ جي حڪومت ارغونن کي ملي ۽ سيوهڻ به ارغونن جي حصي ۾ آيو. (٦)

مغل شهنشاهه همايون، سيوهڻ حاصل ڪرڻ لاءِ شاهه بيگ ارغون جي پٽ مرزا شاهه حسين سان لڙائي ڪئي، پر شڪست کاڌائين. (٧)

ڄام سارنگ خان ١٥٢١ع ۾ شاهه بيگ ارغون جي پٽ شاهه حسن سان هڪاڻي مقابلو ڪيو. بهرحال سمن

مغل شهنشاهه اڪبر جي دور ۾ ١٥٨٥ع ۾ بکر فتح ڪرڻ کانپوءِ ٺٽي ڏي رخ ڪيو ويو ۽ وچ تي سيوهڻ جو گهيراءُ به ڪيو ويو. پر سيوهڻ وارن نهايت جوانمرديءَ سان مغلن جو مقابلو ڪيو. ١٥٩٢ع ۾ اڪبر بادشاهه جي سپهه سالار خان خانان، مرزا جاني بيگ ترخان کي شڪست ڏني ۽ فتح کانپوءِ لاهري بندر ۽ سيوهڻ خالصه جاگير تحت اڪبر جهليا ۽ باقي علائقو جاني بيگ کي واپس ڪيو ويو ۽ جاني بيگ مغلن جي محڪوميءَ هيٺ هئو. خالصه جاگير مان جيڪا به آمدني ٿيندي هئي سا بادشاهه، پنهنجي ۽ پنهنجي ڪٽنب جي شاهي خرچ لاءِ استعمال ڪندا هئا. (٨)

١٦١٢ع کان ١٧٣٦ع تائين محمد شاهه مغل تائين سنڌ تي مغلن جا صوبيدار مقرر ٿيندا هئا. اورنگزيب

---

(٨) ڊاڪٽر مبارڪ علي تاريخ سنڌ مغل دور حڪومت (٢٠)

جي مرڻ کانپوءِ مغل حڪومت ڪافي فسادن ۽ جهيڙن جو شڪار ٿي پئي. ۽ ڏور ڏورانهن صوبن جو حال احوال وٺڻ جي قابل به نه رهي ۽ سنڌ مان انهن کي ڪو فائدو به نه ٿي رهيو. ان ڪري ۱۷۳۶-۳۷ع ڌاري ميان نور محمد ڪلهوڙي کي دهلي دربار مان بکر، سيوهڻ ۽ ٺٽي جا علائقا واپس مليا. جي هن مغلن جي پوئين صوبيدار نواب صادق علي خان کان پنهنجي نائب شيخ غلام محمد ذريعي واپس ورتا. (۹)

۽ ڪلهوڙن جڏهن خدا آباد مان ڦيرائي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ حيدرآباد ڪيو ته هن شهر جي حيثيت کي ڪاپاري ڌڪ لڳو.

## سيوهڻ ۾ قابل ذڪر آثار:

### لال شهباز جو مقبرو:

سيوهڻ هن بزرگ جي ڪري تيرهين صديءَ کان اهم حيثيت حاصل ڪرڻ شروع ڪئي. هي مقبرو ڪنهن جوڙايو؟ ان لاءِ صحيح خبر ناهي. البت هر حڪمران شهنشاهه ايران رضا شاهه پهلويءَ ۽ ذوالفقار علي ڀٽي تائين پنهنجي پنهنجي دورن ۾ هن مزار ۾ ڪو نه ڪو وڌاءُ ضرور ڪيو آهي.

لال شهباز ڪير هئو؟ ان لاءِ به مختلف رايا آهن.

(۹) مولائي شيدائي- ٽالپرن جي مختصر تاريخ (۸)

کي عثمان مروندي جي نالي سان ڪيس ياد ڪن ٿا
ته ڪي وري ڪيس هندو راجا ڀرترهري جو نالو به
ڏين ٿا.

## ڪافر ڪوٽ (Kafir Kot)

هي قلعو سيوهڻ شهر جي اتر اولهه طرف آهي.
سمجهيو وڃي ٿو سڪندر اعظم هي قلعو جوڙايو هئو.
سپرنٽينڊنٽ آف آرڪيالاجيڪل سروي ١٨٩٥-٩٦ع ۾
قلعي جا مختلف طبق ڏسي لکي ٿو ته هي قلعو مختلف
دورن ۾ ٻه ڀيرا اڏايو ويو آهي. (١٠)

## شڪارپور (Shikarpur)

شڪارپور 27°57' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68°40'
اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. (١)
شروع ۾ هي علائقو شڪارگاهه هئو ۽ داؤد خان
ڪلهوڙي جي ڏاڏي جي هٿ ۾ هئو، جنهن جو اولاد
داؤد پوٽا آهن. اورنگزيب، بهادر خان داؤد پوٽي کي
خانپور ۾ لکي جاگير ڪري ڏنا. داؤد پوٽن جو
اوباڙي جي مهرن جي سردار شور خان سان تڪرار
ٿي پيو جنهن وٽي لکيءَ تي قبضو ڪيو. نتيجي ۾
داؤد پوٽن ۽ مهرن وچ ۾ جنگ لڳي ۽ اهو علائقو
واپس داؤد پوٽن کي مليو ۽ داؤد پوٽن شڪارگاهه

---

(١) سنڌ گزيٽيئر ڊسٽرڪٽ.

صاف ڪرائي ١٦١٤ع ۾ هي شهر ٺهيو.

١٧٠١-١٧١٨ع ۾ ميان يار محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ هي شهر پنوهرن جي هٿ ۾ آيو هئو. ۽ يار محمد ڪلهوڙي اهو شهر پنوهرن کان ڇڏرائي شهر جو نالو خدا آباد رکيو.

ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ به داڻود پوٽن ۽ ڪلهوڙن ۾ شڪارپور تان جهڳڙو ٿيو ۽ شڪارپور نور محمد ڪلهوڙي جي هٿ ۾ آئي. (١)

١٧٣٩ع ۾ نادرشاهه سنڌ تي حملو ڪري، سنڌ فتح ڪئي. شڪارپور داڻود پوٽن کي واپس ڏياري ۽ باقي علائقو نور محمد ڪلهوڙي کي واپس ڪيو ۽ مٿائنس ويهه لک ساليانو خراج مقرر ڪيو ۽ سندس ٻه پٽ ميان محمد مراد ياب ۽ غلام شاهه ضمانت طور پاڻ سان خراسان وٺي ويو. ۽ اهڙي طرح شڪارپور قنڌار جي دراني حڪومت جو حصو ٿي.

١٧٤٣ع ۾ پوءِ نادر شاهه پنهنجو سپهه سالار طاهماسپ موڪليو جنهن شڪارپور وري کسي نور محمد کي ڏني ۽ سندس ٻيون پٽ به ڪٺي ويو.

١٧٤٧ ۾ احمد شاهه ابدالي، نادرشاهه کان پوءِ نورمحمد کي سنڌ ڏياري. ۽ سندس پٽ واپس آيا ۽ نورمحمد خراج ڏيڻ بند ڪيو. جنهن ڪري ١٧٥٤ع

(١) مرزا قليچ بيگ قديم سنڌ ان جا شهر
(١٩-٢٦٥

۾ احمد شاهه سنڌ تي ڪاهه ڪئي. ميان نورمحمد خوف کان جيسلمير ڀڄي ويو ۽ اتي وفات ڪيائين ۽ سندس پٽ مراداياب خان جوڪو تخت تي ويٺو ان خراج ڏيڻو ڪيو. احمد شاهه ابدالي کيس سربلند خان جو لقب ڏنو ۽ خراج منظور ڪيو.

۱۷۵۸ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ايجنٽ، غلام شاهه ڪلهوڙي کان سنڌ ۾ ٺٽي ۾ واپار لاءِ ڪوٺي وجهڻ جي اجازت ورتي جا هن ڏني. ۱۷۷۵ع ۾ ميان سرفراز خان جي ڏينهن ۾ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي جنگي چڪتاڻ ڪري انگريزن کي اها ڪوٺي ڪڻي پئي.

۱۷۸۳ع کان ۱۸۰۱ع تائين حڪومت ٽالپرن جي هٿ ۾ آئي. ٽالپر ڪابل جي امير زمان شاهه کي ساليانو خراج ڀريندا هئا.

ارڙهين صديءَ ۾ فرانس، انگريزن خلاف ميسور جي ٽيپو سلطان سان ناهه ڪرڻ چاهيو ۽ بوناپارٽ، ٽيپو سلطان ۽ زمان شاهه هڪ طرف هئا ته انگريز ٻئي پاسي.

انگريزن پنهنجون پاڙون هندستان ۾ پختيون ڪرڻ لاءِ بمبئي حڪومت کي سنڌ سان ظاهر واپار ڪرڻ لاءِ لکي موڪليو. ۽ مير فتح علي خان ٽالپر سان هڪ ديسي ايجنٽ عبدالحسين معرفت ڳالهه ٻولهه شروع ڪئي. پر زمان شاهه، مير فتح علي ٽالپر کي لکي

موڪليو ته هو انگريزن کي سنڌ مان ٻاهر ڪڍي ۽ مير فتح علي ائين ڪيو.

١٧٢٠ع ۾ انگريزن هڪ نئون عهدنامو مير مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان سان ڪيو. جنهن موجب ٻنهي ڌرين جي دائمي دوستي رهندي ۽ انهي حڪومتون وڪيلن معرفت گڏجي فيصلا ڪنديون.

نادرشاهه جي حڪومت کانپوءِ شڪارپور جيئن ته قنڌار جي دراني حڪومت جو حصو هئي ۽ ڪين سالياني ڍل ڏيندي هئي. مير ڪرم علي خان جي ڏينهن ۾ دراني سلطنت جو خاتمو ٿيو ۽ شاهه شجاع انگريزن جي قيد ۾ هئو. ۽ انهيءَ دور ۾ سنڌ جا ٽالپر به آزاد ٿي ويا ۽ ١٨٢٤ع ۾ مير ڪرم علي خان مير مراد علي خان ۽ مير رستم خان گڏجي شڪارپور تي قبضو ڪيو. افغانين جو پويون نائب عبدالمنصور هئو جو شهر نواب ولي محمد لغاري کي ڏئي واپس ويو (١)

انگريزن پنهنجا پير سنڌ ۾ پختا ڪيا ۽ ١٨٤٢ع ۾ انگريزن هي شهر ميرن کان زبردستي ڇڏرايو. (٢)

## شاهه بندر (Shah Bandar)

شاهه بندر ٺٽي ضلعي ۾ آهي. هي بندر ١٧٥٩ع

(١) مرزا قليچ بيگ (قديم سنڌ ان جا شهر ١٩-٢٦٥)

(٢) مولائي شيدائي (ٽالپرن جي مختصر تاريخ).

۾ غلام شاھ ڪلهوڙي ٻڌرايو ۽ اورنگا بندر جا سڀ ماڻھو لڏائي اچي ھت وسايائين. اورنگا بندر ۾ انگريزن جو ڪارخانو ھو جيڪو سن ١٧٧٥ع ۾ ختم ٿي ويو. ۽ ١٨١٩ع ۾ ڌرتي ڌٻڻ ڪري شاھ بندر به ڊٺي ويو. (سنڌ ڪراچي ڊسٽرڪٽ ١٠٧)

## ٺٽو (Thato)

ٺٽو 24°26' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°59' ڊگهائي ڦاڪ تي، ڪراچيءَ کان پنجاھ ميل اوڀر طرف ۽ جنگشاهيءَ کان ٽيرنهن ميل پري آهي.

ٺٽو ڪڏهن ٻڌو ان بابت ڪا صحيح ڄاڻ ڪانهي پر سمجهيو وڃي ٿو ته هن شهر "ٺٽي" جي ناليءَ ۾ ديبل کان سمت ٿي پوءِ اهميت حاصل ڪئي. البت سنڌس وجود ديبل جي ڊهڻ ۾ به هئو. ديبل جو نالو تاريخي صفحن تان ٦٥٨ھ ۾ ختم ٿيو. جڏهن ته ١٠٦٧ هجري کان اڳ ٺٽو ان جو قائم مقام بڻيو.(١) بهر حال سمن جي حاڪم ڄام نظام الدين عرف ڄام ننڊي کان ٻه سو ورهيه اڳ ٺٽو موجود هئو. ۽ سمن جو الڪل ٻه سو سالن وارو دور خصوصاً ڄام ننڊي ۽ سندس لائق وزير دريا خان جو دور ١٤٦١ع کان ١٥٠٨ع، سنڌ جو بهترين خوشحاليءَ وارو دور هئو.

(١) پير حسام الدين راشدي- ڪراچي ڪوٽ وٺن جون ١(٣٠)

عبدالرحيم خان خانا کيس هندستان جو بهترين مانائتو شخص ڪوٺي ٿو. (۱)

شاهه بيگ ارغون، ڄام نندي جي پوين ڏينهن ۾ سنڌ جي شمال ۾ سيوي علائقي تي حملو ڪيو. جنهنجو مقابلو درياخان ڪيو ۽ الهي جنگ ۾ شاهه بيگ ارغون جو ڀاءُ مارجي ويو ۽ پوءِ ڄام نندي جي دور ۾ ارغونن کي سنڌ ۾ اچڻ جي همت نه ٿي.

ڄام نندي جي وفات کانپوءِ ڄام فيروز تخت تي ويٺو. پر هن ۾ ڀيءَ وارا گڻ نه هئا، ان ڪاڻ ڪري ڄام صلاح الدين پڻ تخت تي ويهڻ جي ڪوشش ڪئي ان ڪري گهرو جنگ سبب ڌارين کي ڪاهه ڪرڻ جو وجهه مليو ۽ شاهه بيگ ارغون سنڌ تي ڪاهه ڪئي. (۲)

ٺٽي ويجهو درياخان سندس مقابلو نه ڪيو پر ۱۵۲۰ع ۾ شهادت ماڻي ۽ ارغونن سنڌ فتح ڪئي. ۽ فتح جي خوشيءَ ۾ ۱۵۲۰ع ۾ شاهه بيگ ٺٽي شهر ۾ قُرلت ڪئي ۽ ٺٽي جو شهر ساڙيو. ۽ اها قُرلت ڏهه ڏينهن جاري رهي. (۳)

شاهه بيگ ارغون قنڌار جو حڪمران هئو جو بابر

(۱) پنوهر- ڪرونالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ (۳۵۲)
(۲) اعجاز قريشي- تاريخ سنڌ ارغون ترخان دور (۳۱-۳۲)
(۳) پنوهر- ڪرونالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ (۳۵۲)

جي ڪابل جي فتح ڪان پوءِ سنڌ آيو ۽ هتي اقتدار حاصل ڪيو. پر ڪجهه بابر ڪان خطرو هئو. ۽ هن ڪوشش ڪئي ته مغلن سان سدا لاڳاپا رکي. ڪانئس پوءِ سندس پٽ شاهه حسن تخت تي ويٺو. ۽ شاهه حسن جي وفات ڪانپوءِ سنڌ جي حڪومت ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي. ٺٽو مرزا عيسيٰ ترخان (١٥٥٥-١٥٦٦ع) جي حصي ۾ آيو ۽ ڀڪر سلطان محمود خان (١٥٥٥-١٥٧٤ع) جي. ۽ انهيءَ ورهاست جي ڪري سنڌ جي حالت وڌيڪ خراب ٿي وئي ۽ مرزا عيسيٰ مرزا محمود سان جنگ جوٽڻ لاءِ پورچوگيزن کي دعوت ڏني. (١)

جڏهن اهي ٻيڙا جهازن سان سنڌ پهتا، پر سندن پهچڻ کان اڳ مرزا عيسيٰ ۽ سلطان محمود ۾ صلح ٿي ويو. ۽ نتيجي ۾ پورچوگيزن ١٥٥٥ع ۾ ٺٽي کي ڀيهر ساڙيو، اٺ هزار ماڻهن کي قتل ڪيو. قرآت ڪئي. سنڌ ۾ پنهنجا پير ڄمايا. (٢)

۽ رهي سهي ڪسر مرزا عيسيٰ جي پٽن پوري ڪئي. مرزا باقي وڌيڪ حڪومت کي ڪمزور ڪيو.

(١) ڊاڪٽر مبارڪ علي- تاريخ سنڌ مغل دور حڪومت (٢٢-٢٧)

(٢) رحيمداد مولائي شيدائي- ٺٽي جي مختصر تاريخ (٢-٥).

انهيءَ ئي دور ۾ اڪبر بادشاهه دهليءَ تي راڄ ڪندو هئو ۽ هن پنهنجي سلطنت جون حدون وڌائڻ شروع ڪيون. سنڌ ۾ ٺٽي ۽ ڀڪر تي قبضو ڪيو ويو ۽ پوءِ اڪبر جون فوجون ٺٽي ڏي وڌيون. ان وقت ٺٽي تي مرزا جاني بيگ جي حڪمراني هئي. ۽ هن مغلن جي فوج سان سخت مقابلو ڪيو. ۽ مغلن جي فوج جي رسد کي روڪڻ لاءِ هن ٺٽي کي ساڙائي ڇڏيو. ۽ ائين ٺٽو ۱۵۹۱ع ۾ تباهه ٿيو. ۽ نتيجي ۾ نقصان مرزا جاني بيگ کي رسيو ۽ ٺٽي تي مغلن جو قبضو ٿي ويو. اڪبر جاني بيگ کي پنج هزاري منصب ڏئي پنهنجي دربار ۾ رکيو ۽ سيوهڻ ۽ لاهري بندر خالصه جاگير ۾ ورتي باقي علائقو بطور موروثي ملڪ واپس ڪيو. جهانگير جي دور حڪومت ۾ جاني بيگ جي پٽ غازي بيگ به وفات ڪئي. ۽ سندس وزير امير خسرو چرڪس هڪ صغير ترخان لنگر کي تخت تي ويهاري پاڻ راڄ ڪرڻ لڳو. نتيجي ۾ جهانگير کي ڪاوڙ آئي، هن خسرو خان کي معزول ڪري ٺٽي کي مغل سلطنت جو هڪ حصو بنايو. ۽ ٺٽي ۾ مغلن جا صوبيدار اچي حڪومت ڪرڻ لڳا. (۱)

۱۶۰۰ع ۾ مشرقي ملڪن سان واپار ڪرڻ لاءِ ايسٽ انڊيا ڪمپني مقرر ٿي. ۱۶۱۶ع ۾ انگريزن

(۱) ڊاڪٽر مبارڪ علي: تاريخ سنڌ مغل دور حڪومت (۲۲-۲۷)

شهنشاهہ جهانگير کان سنڌ ۾ واپار ڪرڻ لاءِ اجازت نامو حاصل ڪيو. ١٦٣٥ع ۾ انگريز وڪيل لاهري بندر پهتو. ١٦٣٦ع ۾ ٺٽي مان اُن، ڪپڙي ۽ آفيم جو ڪاروبار شروع ٿيو. ١٦٤٤ع ۾ گلبرٽ هيري سن ۽ هينري گاري انگريز ايجنٽ مقرر ٿيا. اورنگزيب جي حڪومت ۾ سنڌ ۾ ڏڪار پيو ۽ حالتون خراب ٿي ويون. جنهن ڪري ١٦٦٢ع ۾ اهو واپار بند ڪيو ويو. ١٦١٢ع کان ١٧٣٦ع تائين مغلن جا صوبيدار سنڌ تي ٺٽي مان راڄ ڪندا هئا ۽ پوءِ جيئن ته حالتون خراب ٿيڻ لڳيون ۽ سنڌ مان ڪو فائدو نه رهيو ته ميان نورمحمد ڪلهوڙي کي خدايار جو لقب ڏئي ٺٽي، بکر، سيوهڻ ۽ ٺٽي جا پرڳڻا ڏنا ويا. ۽ ائين سنڌ ڪلهوڙن جي قبضي ۾ آئي. ڪلهوڙن پنهنجو تخت گاهہ پهرين خداآباد بنايو ۽ پوءِ ١٧٦٨ع ۾ حيدرآباد ڪيو. جنهن ڪانپوءِ ٺٽي جي حيثيت گهٽجڻ لڳي. (١)

## ويرا واهہ (Vora-wah)

ويرا واهہ 24°31' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 70' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ٿرپارڪر ضلعي ۾ موجود آهي ۽ ننگر واهہ کان ڏهن ميلن تي آهي. هتي جين ڌرم جي مندر جا آثار ملن ٿا. مندر صحيح سالم صورت ۾

(١) رحيمداد مولائي شيدائي: ٽالپرن جي مختصر تاريخ (٢٠٥)

آهي ۽ ان ان ۾ راڪو ديو جي سنگمرمر جي مورت رکيل آهي. (سمٽ - ٿنگرپارڪر ڊسٽرڪٽ ٤٢)

## ضلعو بدين

هن ۾ تمام گهٽا دڙا موجود آهن، جن جو ڏڪر ماسٽر سومار جي ڪتاب بدين ضلعي جي ثقافتي تاريخ ۾ آهي.

ٿرپارڪر ضلعي ۾ موجوده دڙن جو تفصيل ”اڏا مينهن ملير ۾ آهي.“ سانگهڙ ڊسٽرڪٽ جي ڪتاب ۾ سانگهڙ ضلعي جا تفصيل آهن ۽ گورنمينٽ کي گهرجي ته انهن سڀني دڙن کي کوٽائي ته جيئن تاريخ جا نوان ورق لکري نروار ٿين.

O

# سنڌ ۾ آثار قديمه بابت صورتحال

سنڌ ۾ آثار قديمه جي لحاظ کان هڪ زرخيز علائقو آهي. جنهنجو ذرو ذرو هن دولت سان مالا مال آهي. هر ڏهاڙي نه ڏهن ڪري اهو زرخيز خزانو اسان کان لڪل آهي.

هن وقت سنڌ ۾ واحد ضلعو دادو آهي، جنهن ۾ ڪي قدر کوٽائي ٿي آهي. دادو ضلعي جي تعلقن محال ڪوهستان، جوهي ۽ سيوهڻ ۾ اسان کي ڪيترائي تاريخ کان اڳ وارا ماڳ ۽ وستيون نظر اچن ٿا.

دادو، ڪاڇو، ٿرپارڪر ضلعو ٻڌ دور جي اهڃاڻن سان ڀرپور آهي. پر اڃا انهن ٻڌ دور ۽ جين مذهب جي دڙن جي چڱيءَ طرح کوٽائي نه ڪئي وئي آهي.

بدين ضلعي ۾ ڪافي دڙا موجود آهن، تاريخ کان اڳ وارا به انهن ۾ ٿي سگهن ٿا. ٻڌ دور ۽ مسلمانن جي دور وارا به، پر ات به باقاعده کوٽائي تي ڌيان نه ڏنو ويو آهي.

سنڌ ۾ ٺٽو ضلعو-اهڙو ضلعو آهي، جنهن ۾ عربن جي اوائلي دور جا اهڃاڻ نظر اچن ٿا.

ان کانسواءِ سمورن سنڌ ڪلهوڙن، ٽالپرن، سمن

سومرن، ارغونن، ترخان جي اهڃاڻن سان به آباد آهي، پر ضرورت آهي ڏيان، جي کوجنا جي، مطالع جي.

ڪئپٽن اسٽوڪ جي لفظن ۾، ”سچي سنڌ ۾ قديم دور تي تحقيقات ڪندڙن لاءِ تمام گهٽ مواد آهي ۽ فقط ڪي ٿورا اهڙا يادگار هوندا جي تاريخ نويسن جي ڪتب اچي سگهن ٿا، جيتوڻيڪ هن ملڪ مان قديم سنڌو جو پاڻي وهي ٿو. ۽ پڻ انهيءَ ڪي هندستان تي ڪاهه ڪندڙ، هر هڪ غنيم جي فوجن لتاڙيو آهي. پر ان هوندي به اسان کو جهونو ڪتاب يا ڪتبو نه ٿو ملي جو هن قديم ملڪ جي تاريخ تان پردو لاهي ان کي صاف ڪري پڌاري.“

(١٩٧٣ع-٤٨-٤٧)

سنڌ ۾ آثار قديمه تي ڌيان نه ڏيڻ جا ڪيترائي سبب آهن، ’جڏهن ڪڏهن سنڌڙي ڪنڌارن جـو ٿوڪي جو ڪوءِ‘ سو سنڌ پنهنجي قدرتي گڻن ۽ اوصافن سبب هر حملي آور جي ڌيان جو مرڪز بڻي رهي آهي جيڪو آيو تنهن پرائو نشان مٽايو. اهو سلسلو اچا سوڌو هلندو پيو اچي. نتيجي ۾ ڪو سرو ڪو سراغ هڪ هنڌ سان سولو نه ٿو ملي. ۽ انهن سراغن ۽ سرن کي کولڻ لاءِ ڪافي محنت جدوجهد ڪرڻي پوي ٿي ۽ انهيءَ جدوجهد لاءِ ضرورت پوي ٿي فني سهولتن جي، پئسي جي تحقيق ۽ جي.

ان ڪانسواءِ سر ۽ ڪلر به قديم آثارن کي اڏوهيءَ

جيان ڪاٿي رهيا آهن. هن وقت موهن جو دڙو پڻ انهن جي لپيٽ ۾ آيل آهي.

ان ڪانسواءِ ڪيترئي جايون اهڙيون به آهن جن تي قبرستان اڏيا ويا آهن ۽ نتيجي ۾ اهڙن ماڳن جي کوٽائي به نه ٿي ڪرائي سگهجي.

هڪڙو اهم مسئلو جو اڄ ڪلهه آثار قديمه سان واسطو رکي ٿو، اهو آهي آرڪيالاجيءَ جو فيشن ۾ اچڻ. ۽ دانشور قسم جا ماڻهو، قديم ۽ اڪر وارين شين کي پنهنجن گهرن ۾، جاين ۾ استعمال ڪري رهيا آهن. ۽ اهي ”اينٽيڪ“ (Antique) واري ويا ڪافي نقصانڪار ثابت ٿي رهي آهي.

بهرحال ضرورت آهي هن ڳالهه جي ته سنجيدگي ۽ وفاداريءَ سان هن ڳالهه تي ڌيان ڏنو وڃي ۽ سنڌ جي آثارن کي تباهه ٿيڻ کان بچايو وڃي.

## سنڌ تي حملا آورن جون مهربانيون:

سنڌ تي هميشه کان ڌارين حملا آورن جون مهربانيون ٿينديون رهيون آهن. ۽ اهو سلسلو تاريخ کان اڳ وارين تهذيبن کان جاري آهي. آمري، ڪوٽ ڏيجي موهن جو دڙو وغيره کان وٺي ڪري. شايد ان جو سبب سنڌ جون هر ڪانهندڙ جاگرافيائي حالتون هيون. جبل، دريا، ريگستان، ميداني علائقا هر شيءِ هتي موجود.

لوحزن جي لفظن ۾ ”هي ڏيهڙا وارو ملڪ، ايراني مٿانهين پٽ ۽ برصغير هند جي درميان ۾ واقع آهي، جي ٻئي مختلف سر زمينن جا چشما آهن. انهن ٻنهي جاگرافيائي حقيقتن جو سنڌ جي، تاريخ ۽ تهذيب تي، قديم زماني کان وٺي ڪافي اثر پيو رهيو آهي. اها نه فقط سنڌ جي زرخيزي هئي، جنهن ٻنهي پاڙيسرين جي حريص نگاهن کي هرڪاپو ڪيو. پر ڪنهن به ملڪ جو ڏيهاڙا هجڻ بذات خود هڪ وڏي ڪمزوري آهي. جاڪاڻ ته ڏيهاڙا ۾ ڏارين ملڪن جا دشمن آسانيءَ سان داخل ٿي سگهن ٿا. اهوئي سبب آهي جو سنڌ بيشمار لڙاين ۽ فتوحات جي گردشن مان پئي گذري آهي. جنهنجي نتيجي ۾ سنڌس تهذيبي ورثي کي ڪاپاري ڌڪ رسيو آهي.“ (١٦:١٩٨٢)

سنڌ نه فقط حملي آورن جي حملن جو باعث رهي، پر هر حملي آور پنهنجي پنهنجي نمولي موجب پراڻن اهڃاڻن ۽ نشانن کي مٽائڻ جي ڪوشش به پئي ڪئي آهي. ۽ اهو سلسلو ماضيءَ کان وٺي هيل تائين جاري ساري آهي. اهڙي قدر جو افتتاحي پٿرن کي به هر ايندڙ حڪمران مسارڻ ۽ اکيڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ته جيئن ويندڙن جو ڪوبه نشان باقي نه رهي.

سنڌ ۾ مسلمان حڪمرانن مان محمود غزنويءَ قديم آثارن کي وڏيڪ تباهه ڪيو. منصوره يا برهمڻ آباد ان جو وڏو ثبوت آهن.

جهڙوڪ سنڌ جا ٻهريان. مسلمان جهڙوڪ محمد بن قاسم يا حجاج مذهب جي معاملي ۾ ايترا تعصب پسند نه هئا، پر جنگ بهرحال جنگ ٿئي ٿي جنهن ۾ عمارتن کي ته جوکو رسي ٿي رسي ٿو.

ٿٽو ٻي پيرا سڙيو، خدا آباد پڻ خراب ڪان خراب حالتن هيٺ آئي، ان ڪانسواءِ مدد خان پڻ بدين ۽ سنڌ جي ٻين علائقو کي. لٽيو، ڦريو، ساڙيو. مغلن به وسان ڪين گهٽايو. بدين جون ڪتريون قومون سنڌن ديپ ڪان هيڏي هوڏي پڇي ويون.

انگريز آيا ته انهن پنهنجو حساب پورو ورتو. ڪيترا قلعا جهڙوڪ ننگرپارڪر ۾ قلعو يا حيدرآباد وارو قلعو پڻ ڏاڪي سببان برباد ٿيو.

نه صرف اهو پر هڪ ٻي مهرباني هر انگريز اها پڻ ڪئي آهي جو پراڻا ڏالا مٿائن جي ڪوشش ڪندو آيو آهي. ٺٽي جي تاريخ، بدين جي تاريخ، جيڪب آباد جي تاريخ ان جا مختلف مثال آهن.

برهمڻ آباد منصوره ٿيو، خان ڳڙهه جيڪب آباد ٿيو. ان ڪانپوءِ تازه مثال، بندر روڊ، آهي. آهه چندريگر روڊ، جناح روڊ، سيتا، رحماني نگر وغيره آهن.

۽ هن سلسلي سان تاريخ جون ڪڙيون گهڻو اڳتي هلي گم ٿيو وڃن. ۽ پوءِ سرا ڳولهڻ به دشوار ٿي وڃن ٿا.

## ڄاهلن جون جفاڪشون:

ماضي ڏوڙي حال ۾ اڄ ڏينهن سائين ٻاران قديم آثارن مان زياده تعداد ويٺا ڪيون ويون آهن. ڪٿي قديم مرڻ کي لوڙي پنجوءَ طور استعمال ڪيو ويو. ڪٿي وري دڙن کي قبرستانن ۽ مقامن جي صورت ڏني وئي ته ڪٿي وري علائقو ٻوڪ هيٺ آڻدو ويو آهي. جنهنجا مثال ڪاهوءَ جو دڙو، مور رڪن ٿل، وغيره آهن. ان ڪانسواءِ ڪوهستان جي ڪيترين تاريخ ڪان اڳ وارن ماڳن کي قبرستان جي صورت ڏني وئي آهي ۽ نتيجي ۾ انهن جي کوٽائي به ممڪن نه آهي. ان ڪانسواءِ بدين ۽ سانگهڙ ۾ به اهڙا قديم قبرستان موجود آهن جن جي هيٺان ماضيءَ جو خزانو دفن آهي.

## داناڻن جون دوستيون

سنڌ جي قديم آثارن کي نادانن جي دوستيءَ کان وڌ داناڻن جون دوستيون ڇيهو رسائي رهيون آهن. نه صرف اهو ماضيءَ ۾ ٿيندو رهيو آهي پر اهو سلسلو ڏينهون ڏينهن وڌي، وبائي صورت اختيار ڪري رهيو آهي. ڇاڪاڻ ته سالهون ڏينهون ڏينهن آثار قديمه وارن نوادرات جي اهميت کان آشنا ٿي رهيا آهن ۽ "سنڀال" ۽ "حفاظت" جو نالو ڏئي قديم نوادرات، اصلي ادارن عجائب گهرن وغيره مان ڪڍي گهرن ۾ سانڍي، قومي ملڪيت کي ذاتي ملڪيت بنائي رهيا آهن. ۽ اهڙا

چوري نهايت ڏيڍ دليريءَ سان ٿي رهي آهي ۽ محض
فيشن ۾ اچي رهي آهي. ۽ ان سان گڏوگڏ غير قانوني
طور قديم نواردات جو وکرو به عام ٿي رهيو آهي.
ٺٽي، رکيو اٽرو پر قبرستانن مان آکر واريون سرون
ڪڍي گهرن ۾ استعمال ٿي رهيون آهن. ڪاشيءَ جون
قديم سرون چورائجي رهيون آهن. جيتوڻيڪ ڊي ٽي ٺٽي
اهو ڪيپي ته ڪوشش ڪري اهڙيون شيون ٺهرائجن،
انهيءَ ڦن جي ڀيرائي ڪجي ته اها شيءِ وري زنده
ٿي وڃي. نه ڪه چوڪنڊي ۽ مڪليءَ جي قبرستانن
کي خالي ڪري هميشه لاءِ هنن ڦنن جو نالو نشان
مٽائجي. هن ڏس ۾ لوھڙن جا اکر هنن ريت آهن،
"منهنجي ڀيهنجي وطن مثل سنڌ ترائيءَ وارو علائقو
آهي، جتي عمارتسازيءَ جو مکيه جز سرون آهن. مٽي
جام هئڻ سبب گارو آسانيءَ سان حاصل ٿي سگهي
ٿو. ۽ اهو به سستي اگهه ٿي. باقي رهيو پٿر، البت
اهو مهانگو آهي، چاڪاڻ ته ان ۾ گهڙائي وغيره
جهڙي ڪافي محنت جي ضرورت آهي. ان ڪانسواءِ
پٿر جون ڪاڻيون عام طور ڏيلتا ڪان وڏي معاملي تي
ملي سگهنديون آهن. سرن جي عمارت ۾ وڏي خامي
هيءَ آهي ته پٿر جي مقابلي ۾ سرن ۾ وقت ۽ آبهوا
جي سٽ سهڻ جي طاقت گهٽ آهي. ان ڪانسواءِ سرن
واري عمارت هڪ ڀيرو شڪسته حالت ۾ اچي
۽ پوءِ جيڪڏهن وقت سر ان جي مرمت ڏالهن ڪو ڌيان

نه ڏنو ويو ته پوءِ ماڻهن کي پٿرن جي مقابلي ۾ سرن کيڻ جو حرص زياده پيدا ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ ته سرن کي کڻڻ ۽ کڻهن پئي هنڌ ڏانهن کڻي وڃڻ آسان ڪم آهي. قديم آثارن کي سنڌن سرن کان محروم ڪرڻ، سنڌي عوام جو صدين کان وٺي دستور پئي رهيو آهي ۽ اهڙيون ڪئي وارداتون مون پنهنجين اکين سان ڪيترن هنڌن تي ٿينديون ڏٺيون آهن.“
(١٩٨٢-٦٩)

## قدرتي ڪٽاءُ

انساني ڏاڍاين ۽ زيادتين ڪانسواءِ سم ۽ ڪلر، آثار قديم کي ڇٽ ڪن پيا. سم ۽ ڪلر ڪانسواءِ درياهه جو رخ مٽائڻ، ڌرتي جي ڌڏڻ وغيره ڪري به ڪيترا قديم آثار تباهه ٿيا آهن ۽ انهن جا نالا نشان ميٽجي ويا آهن. پاري نگر ڪنهن دور ۾ ٿر ۾ سنڌ جو عظيم بندرگاهه هئو. اهڙي طرح لوهاڻو بندر به وڏو ساموئي بندرگاهه هئو ۽ ٺٽي ۾ هئو. ۽ اهڙي ريت اروڙ وغيره به قدرتي آفتن جي ضد ۾ آيا ۽ ڦٽي ويا. هاڪڙي جو ته نشان به غائب ٿي ويو آهي.

بهرحال هي ته اڄ جا آثار هئا پر اڄ ڪلهه بدو موهن جو دڙو ڪانسواءِ ڪيترا آثار آهن، جيڪي سم ۽ ڪلر جي منهن ۾ آهن.

”انسان جي هٿان اهڙي تباهيءَ ڪانسواءِ، سرن

وارين عمارتن جو هڪ ٻيو به فطري دشمن موجود آهي، جو آهي ڪلر. اهو هڪ خطرناڪ عنصر آهي، جو هر وائکي، عمارت کي ٻڪدم حملو ڪندڙ آهي. جيڪڏهن موهن جي دڙي جي محڪمہ آثار قديمہ طرفان لاڳيتي ڀرپور حفاظت نہ ڪئي وڃي ها، تہ ڪلر هن تاريخي ڪنبر کي ڪافي وقت اڳ ئي صفحہ هستيءَ تان مٽائي ڇڏي ها. توڙي جو اهڙي حفاظت جي باوجود به ڪلر اڄ بہ پنهنجي بنيادي مقصد ۾ ڏري گهڻ ڪامياب ٿيڻ جي حد تائين پهچي چڪو آهي. ڪلر جي اهڙي تباهہ ڪن اثر جي ڪري ڪيترائي پراڻا آثار، جهڙوڪ ٺٽي جا مندر غيرمتوقع حد تائين پائمال ٿي چڪا آهن. چاڪاڻ تہ اهڙن يادگارن جي ڪابہ مرمت وغيره وقت سر ڪانہ ڪئي وئي.“

(لوحزن ۱۹۸۲-۷۰)

## هڪ ئي اوڊايون

قديم آثارن جي کوجنا ۽ کوٽائي نهايت ئي ذکيو ڪم آهي. چاڪاڻ تہ هن ڏس ۾ ڪيترائي مسئلا هڪ آرڪيالاجسٽ کي پيش اچن ٿا. هڪ طرف پئسي جي ضرورت ٻئي طرف نون نون اوزارن جي ضرورت ۽ ٽئين طرف باترتيب عملي جي گهرج. مطلب تہ انيڪ مسئلا ٿين ٿا هن ڏس ۾. ان ڪانسواءِ کائي هڪ ڏکيو ۽ اڻکهاڻيندڙ ڪم آهي. جاءِ ٻيا سر زمين جي کوٽائي،

اها سرزمين ملي ته ان جي مالڪ ڪان ڇڏائڻي. باترتيب عملي جي موجودگي، فني آلن جي ضرورت، ۽ پوءِ کوٽائي به اهڙي طرح ڪرڻي جو ٿورو ٽڪر خراب ٿئي.“ چاڪاڻ ته ڏينهون ڏينهن نين ٽيڪنڪس جي به ظاهرائي ٿئي ٿي. ان ڪانپوءِ شين کي ترتيب وار آڻي رڪارڊ ڪرڻ ۽ پنهنجي پنهنجي نموني سان ماهرن ڏي موڪلڻ. ۽ نتيجي جي صورت ۾ پين لڌل شين سان ڀيٽ ڪرڻ ۽ پوءِ ڪو حقيقي نتيجو برآمد ڪرڻ.

مطلب ته کوٽائيءَ ۾ سالها سال لڳيو وڃن. اهوئي سبب آهي جو اڪيلي سر حڪومت پنهنجي طور تي گهڻين جاين جي کوٽائي نه ٿي ڪرائي سگهي.

---

## مددي ڪتاب ۽ حوالا

Allchin, Bridget & Raymond 1986
The rise of civilization in India & Pakistan
Cambridge World Archaeology.

Davis, David 1972
A Dictionary of Anthropology
Faederick Muller Ltd, London.

Flame, Louis 1881
The Paleography & Prehistoric
Settlement Pattern in Sind
(C A 4000-2000 BC)
A Dissertation in South Asia Regional
Studies. Pennsylvania.

Panwhar, M. H.
Chronological Dictionary of Sind
Institute of Sindholoky
University of Sind, Jamshoro.

Khan, F. A 1968
Pakistan Archaeology
The Dept. of Archaeology Pakistan.

Majumdar. N. C 1981
Exploration in Sind
Indus Publication Karachi.

Piumner John F. 1983
College Level Anthropology
Monarch Press Inc. Newyork.

Smyth J. W. 1919
Gazetteer of the Province of Sind
Government Central Press Bombay.

Sorley, H. T 196
The Former Province of Sind including Khairpur.
Gazetter of West Pakistan.

Winick, Charles 1977
Dictionary of Anthropology
Little Field, Adams & Co. New Jersey.

اعجاز احمد قريشي 1985
تاريخ سنڌ، ارغون ۽ ترخان
سنڌ ريسرچ سوسائٽي، حيدرآباد سنڌ.

ايسٽوڪ، ڪوپٽس 1973
نئين مصر جا پراڻا ورق
سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد

بروهي، علي احمد 1984ع
سنڌ صدين کان سيمينار
شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز

فاطمي، قدرت الله 1982
سنڌ صدين کان سيمينار
شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز

حسن، سبط 1977
پاڪستان ۾ تهذيب ڪا ارتقا
مڪتبه دانيال، ڪراچي

لغاري بشير احمد خان 1975
اڌا سونهن ماڻير
ٿرپارڪر ڊسٽرڪٽ ڪاچرل ايسوسيئيشن

لمبرڪ، ايچ- ٽي 1982ع
سنڌ هڪ عام جائزو
سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد

لومبرڪ ايچ. لي ۱۹۸۴
سنڌ مسلمانن جي فتح کان اڳ
سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو / حيدرآباد

لوحزن، جي. اي ۱۹۸۲
سنڌ صدين کان سوءِ نار
شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز

مرزا قليچ بيگ ۱۹۸۱
قديم سنڌ ۽ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو
سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ

مبارڪ علي، ڊاڪٽر ۱۹۸۵
تاريخ سنڌ مغل دور حڪومت
آگهي پبليڪيشنس حيدرآباد

نـاشاد ۱۹۷۵
اڏا ميڻهن ملير
ٿرپارڪر ڊسٽرڪٽ ڪلچرل ايسوسيئشن

نبي بخش، بلوچ ۱۹۶۶
فتح نامہ سنڌ عرف چچنامو
سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد

پنوهر ايم. ايچ ۱۹۸۴
سنڌي ادبي سيمينار نمبر
مهراڻ. سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو / حيدرآباد

پير حسام الدين راشدي ۱۹۸۱
ڪالهوڙن ڳوٺ وٺن جون
انجمن تاريخ سنڌ ڪراچي- حيدرآباد

رحمداد مولائي شيدائي ۱۹۸۳
ٽالپرن جي مختصر تاريخ
انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي سنڌ يونيورسٽي

صحرائي، تاج ۱۹۸۴
رني ڪوٽ نمبر مهراڻ
سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو / حيدرآباد

صديقي، محمد ادريس ۱۹۷۹
سنڌو ماٿر جي سڀيتا
سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد

شيخ، محمد سومار ۱۹۷۵
بدين ضلعي جي ثقافتي تاريخ
لاڙ ادبي سوسائٽي، بدين

درياهه، عبدالله ۱۹۸۴
سانگهڙ ثقافتي ميلو ۱۹۸۴
سانگهڙ ثقافتي ميلو ڪميٽي

انا مينهن ماهر ۱۹۷۵
ٿرپارڪر ڊسٽرڪٽ ڪلچرل ايسوسيئشن

O

## سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان سورهه ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488